

# الوَصِيَّةُ الهَاشِمِيَّةُ

(مخدوم صاحب جون پنهنجن پٽن ۽
مسلمانن لاءِ وصيتون)

از


شيخ الاسلام محمد هاشم ٺٽوي

مترجم
پروفيسر ڊاڪٽر محمد اشرف سمون



ناشر
الراشد اڪيڊمي ڪراچي

351/-



# الوَصِيَّةَ الهَاشِمِيَّةَ

(مخدوم صاحب جون پنهنجن پٽن ۽
مسلمانن لاءِ وصيتون)

از

## شيخ الاسلام محمد هاشم ٺٽوي

---

مترجم

پروفيسر ڊاڪٽر محمد اشرف سمون

---

ناشر

**الراشد اڪيڊمي ڪراچي**






كتاب جونالو: وصية الهاشميه

مصنف: شيخ الاسلام مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رح

مترجم: ڊاڪٽر محمد اشرف سمون

پيش لفظ: مولانا غلام عباس قادري ازهري

ڪمپوزنگ: سنڌ اسلامڪ ڪمپيوٽر سينٽر- حيدرآباد

سال طباعت: ١٩٩٥

تعداد: ١٠٠٠

ناشر: الراشد اڪيڊمي ڪراچي

مطبع: احمد پرنٽر ڪراچي

ملڻ جو هنڌ

(١) جامع مسجد صفه عزيز آباد ڪراچي ٦٣٢٢٣١٣٠

(٢) راڄو ڳوٺ لڳ جهرڪ ضلعو ٺٽو ٨٧٠٣٥٢



# فهرست مضامين



بِسمِ اللّٰهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيمِ

حَامِدًا وَّمُصَلِّيًا

اَمَّابَعۡدُ!

مهراڻ جي ماتري هميشه کان علم ۽ عرفان جو مرڪز رهي آهي. هن خطي جي عالمن ۽ فن جي ماهرن پنهنجي ذهانت ۽ ڪوشش سان نہ رڳو سنڌ واسين کي فيض رسايو، بلڪ سندن علمي ۽ فڪري صلاحيتن مان حجاز ۽ عرب جي عالمن بہ وڏو حصو پرايو ۽ سندن علمي قابليت جو اعتراف ڪيو.

سونهاري سنڌ جا عالم نہ رڳو علوم ۽ فنون ۾ ماهر هئا پر اهي عملي ميدان ۾ بہ عرفان ۽ اخلاص جا مالڪ هئا. اهي پاڻ ايمان ۽ عمل صالح جي دولت سان مالامال هئا ۽ وتواصوا بالحق وتواصوا بالصبر تي عمل ڪندي ڪين امت سان ڀلائيءَ ۽ خيرخواهي جو فڪر دامن گير هوندو هو. شيخ الاسلام والمسلمين علامہ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي صالحن جي انهيءَ سَٿَ جو سرواڻ، وقت جي عالمن جو مقتدا ۽ امام هو، جنهن تفسير، علم، حديث، فقه، فلسفي غرض تہ جملي علوم وفنون ۾ پنهنجيون يادگار تصنيفات ڇڏيون

آهن. انهن ڪتابن ۽ رسالن مان هي رسالو نالي "وصية الهاشميه" مخدوم صاحب جي وصيت نامي طور مشهور آهي. وصيت جي لفظي معنيٰ واعدو وٺڻ، حڪم ڏيڻ ۽ ڀلائيءَ جي رغبت ڏيارڻ آهي.

قرآن ڪريم ۾ الله تعاليٰ جو فرمان آهي:

ولقد وصينا الذين اوتوا الكتب واياكم ان اتقوا الله (النساءِ ١٣١) اسان اهل ڪتاب ۽ اوهان کي حڪم ڏنو ته الله کان ڊڄو.

عام طرح وصيت جا ٻه قسم هوندا آهن: هڪڙي وصيت فرائض يعني ميراث مطابق فوتي پنهنجي آل اولاد ۽ وارثن لاءِ مال ۽ جائداد وغيره جي باري ۾ ڪندو آهي جنهن جا حصا قرآن ۽ سنت ۾ مقرر آهن ۽ وصيت جو ٻيو قسم آهي، اولاد، شاگردن، مريدن، ۽ عام مسلمانن سان خيرخواهي ڪندي انهن کي ڀلائيءَ ۽ چڱائيءَ جو ڏس ڏيڻ. حضرت ابن عمر رضہ کان روايت آهي: قال ماحق امريءٍ مسلم له شيءٌ يريد ان يوصي فيه يبيت ليلتين الا و وصيته مكتوبة عنده - يعني رسول الله ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص وٽ وصيت جي لائق ڪا شيءِ هجي ۽ اهو وصيت ڪرڻ به چاهي ٿو، ان کي وصيت لکڻ کان سواءِ ٻه راتيون گذارڻ جائز نه آهي (١)

(١) مسلم شريف ڪتاب الوصية)

مخدوم صاحب جي ڪتاب جو موضوع پنهنجي اولاد، مريدن، شاگردن ۽ عام مسلمانن کي ڀلائيءَ جي ڏس ڏيڻ آهي، احناف وٽ اهڙي قسم جي وصيت مستحب ۽ محبوب آهي. حضرت تميم داري رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: الدين النصيحة قلنا لمن؟ قال: لله ولكتابه ولرسوله ولائمة المسلمين وعامتهم (دين خيرخواهيءَ جو نالو آهي- اسان عرض ڪيو تہ ڪنهن جي (خير خواهي)؟ پاڻ فرمايائون: الله، ان جي ڪتاب، ان جي رسول، مسلمانن جي حاڪمن ۽ عام مسلمانن لاءِ (١)

مخدوم صاحب جي سموري زندگي متئين حديث پاڪ جو نمونو رهي آهي. الله پاڪ جي حڪمن جي اطاعت، قرآن کي سمجهي عمل ڪرڻ، سنت جي پيروي، حاڪمن کي عوام سان عدل ۽ احسان ڪرڻ جي هدايت ۽ هر ڪنهن مسلمان سان خيرخواهي جو جذبو سندن فطرت هئي.

مخدوم صاحب انهيءَ جذبي مطابق اهو رسالو لکي مسلمانن سان ڀلائي ۽ خيرخواهي جو مظاهرو ڪيو آهي. الاقرب فالاقرب مطابق پاڻ ڀهريائين پنهنجي لائق فائق فرزندن، مخدوم عبدالرحمٰن ۽ مخدوم عبداللطيف، مريدن، شاگردن

(١) مسلم- حوالہ رياض الصالحين مترجم سنڌي ناشر الراشد اڪيڊمي ڪراچي ١٩٩٤ع)

۽ عام مسلمانن کي مخاطب ڪيو آهي. وصيت نامو مختصر مگر جامع ۽ اثرائتي انداز ۾ لکيل آهي رسالي جي هڪ هڪ سٽ اخلاص ۽ سچائيءَ سان ڀريل آهي.

حقوق الله، حقوق العباد ڪي صحيح ادا ڪرڻ، عقيدي ۾ سچائي، عمل ۾ پختگيءَ جي تلقين ڪئي اٿن. ذڪر فڪر، نماز باجماعت، فرائضن جي ادائيگي سان گڏ نفلي عبادتن سان خدا جي ويجهڙائي حاصل ڪرڻ جي نصيحت موجود آهي.

حقوق العباد ڪي وصيت نامي ۾ وڏي اهميت ڏني وئي، شرعي احڪامن جي پابنديءَ ۾ اخلاص ۽ عاجزيءَ جي تلقين ڪئي وئي آهي.

مخدوم صاحب ڪتاب ۾ پلائي جون اهي سڀ ڳالهيون ڏسيون آهن جيڪي ڪيس پسند هيون، بلڪ پاڻ پنهنجي سموري ڄمار انهن سهڻين ڳالهين تي عمل ڪندا رهيا.

نبي پاڪ جي حديث مطابق: لايؤمن احدكم حتٰي يحب لاخيه مايحب لنفسهٖ(توهان مان ڪو شخص تيستائين مسلمان نٿو ٿي سگهي جيستائين پنهنجي (مسلمان) ڀاءُ لاءِ اها شيءِ پسند نہ ڪري جيڪا پنهنجي لاءِ پسند ڪري ٿو) (١)

پاڻ پنهنجن پٽن، مريدن، شاگردن ۽ عام

(١) بخاري مسلم

مسلمانن کي خيرخواهيءَ واري وصيت کري عام مسلمانن سان ديني ڀائپي ۽ اسلامي دوستيءَ جو ثبوت ڏنو آهي.

برصغير جي برک عالمن ۽ مرشدن جي ديني وصيتن ۾ حضرت شاهه ولي الله محدث دهلوي رح، هند- سنڌ جو مشهور مصلح مرشد سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحمة الله عليه ۽ ٻين بزرگن جون وصيتون مشهور آهن. مخدوم صاحب جي مختصر وصايا جو قلمي نسخو، اسان جي دوست ابن المفتي، مولانا محمد جان نعيمي ڪراچيءَ جي ڪتب خاني مان مليو، جنهن جو فاضل نوجوان ڊاڪٽر محمد اشرف سمون صاحب نهايت آسان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ۽ ان سان گڏ مخدوم صاحب جي سوانح، سندس لائق فرزندن مخدوم عبد الرحمٰن ۽ مخدوم عبد اللطيف جي زندگيءَ جا حالات، نئين شهر جي مختصر مگر جامع تاريخي علمي عظمت بابت مؤثر مواد پڙهندڙن لاءِ پيش ڪيو آهي. هن کان اڳ ۾ ڊاڪٽر صاحب مخدوم صاحب جي ڪتاب "التحفة المرغوبه بعد صلواة المڪتوبة" جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيو آهي جنهن کي "الراشد اڪيڊمي" ڪراچي ڇاپيو آهي.

الراشد اڪيڊمي کي ضخيم ۽ مقبول و

مشهور حديث جي ڪتاب رياض الصالحين کي
سنڌي ترجمي سان شايع ڪرڻ جو اعزاز حاصل
آهي. اردو ۾ درس تراويح قرآن پاڪ جي سورتن
جو مختصر تعارف ڇپجي مقبوليت حاصل ڪري
چڪو آهي. اسان کي خوشي آهي جو الله پاڪ جي
ڪرم سان ۽ دوستن جي مخلصانہ ڪوششن سان
ٿوري عرصي ۾ هي چوٿون ڪتاب اوهان جي هٿن
۾ آهي اميد تہ عام خاص مسلمان هن ڪتاب کي
پڙهي حياتيءَ جو مقصد ماڻيندا.

الله تعاليٰ کان دعا آهي اسان جي ڪوشش
کي قبول فرمائي، آمين- بجاه سيد المرسلين عليه
افضل الصلوات والسلام.

احقر

غلام عباس قادري
خادم الراشد اڪيڊمي ڪراچي

بِسمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

# مترجم طرفان مهاڳ

الحمد لِلهِ رب العالمين والصلواة والسّلام عليٰ سيد المرسلين وعليٰ آلهٖ وصحبه اجمعين-

شيخ الاسلام مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه جي ذات اسلامي دنيا ۾ عمومًا ۽ سنڌ واسين لاءِ خصوصًا، ڪنهن بہ تعارف جي محتاج نہ آهي. شاهہ ولي الله محدث دهلوي جي هن هم عصر عالم محدث بابت ڪافي ڪجهہ لکيو ويو آهي. پر اها تحرير ڪنهن بہ طريقي سان سندس ذات ۽ شخصيت جو احاطو نٿي ڪري سگهي. اسلامي علمن، تفسير، حديث، فقه، تاريخ، سير، اصول، ادب، شاعري، اصول ڪلام، تصوف ۾ سندس عهد ۾ ڪو بہ سندس مٽ نہ هو. علم، فضل، خوف خدا، تقويٰ ۽ زهد ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. پنهنجي عمر جو گهڻو حصو پاڻ تصنيف، تاليف، درس، تدريس وعظ، نصيحت ۽ پيغمبر اسلام جي سنت کي زنده رکڻ لاءِ وقف ڪيائون. اسلامي علمن ۾ شايد ڪو اهڙو موضوع رهيل



هجي، جنهن تي مخدوم صاحب قلم نہ کنيو هجي. جيئن تہ شيخ الاسلام قرآن ۽ حديث پاڪ تي سختيءَ سان عمل ڪرڻ جا پابند هئا. پاڻ سڳورن ﷺ جي حديث آهي: ما حق امري مسلمِ له شيءٌ يوصي فيه يبيت ليلتين الا ووصيته مكتوبة عنده (١) يعني مسلمان تي لازم آهي تہ جيڪڏهن ان وٽ ڪا شيءِ هجي، اهو ان ۾ وصيت ڪرڻ گهري تہ ٻہ راتيون بہ نہ گذاري مگر وصيت لکي پاڻ وٽ رکي. پاڻ ان حديث پاڪ تي عمل ڪندي پنهنجي علالت واري زماني ۾ وصيت نامو لکيائون. انهيءَ وصيت ۾ پاڻ پنهنجي ٻنهي پٽن کان سواءِ حق جي طالبن ۽ مريدن کي بہ مخاطب آهن. هن وصيت نامي ۾ ذڪر، اذڪار، دين جي ضروري ڳالهين کان علاوه ڪيترين اهڙين نصيحتن بابت تاڪيد ڪيل آهي جيڪي هر مسلمان دين جي درد رکندڙ ۽ صاحب اولاد لاءِ تمام گهڻيون فائديمند آهن.

**نالو ۽ نسب:** سندس نالو محمد هاشم، لقب شمس الملت والدين ۽ مخدوم سندس خطاب آهي. سندن نسب جو سلسلو هن طرح آهي: مخدوم محمد هاشم بن عبد الغفور بن عبدالرحمٰن بن عبد اللطيف بن عبدالرحمٰن بن صغيرالدين

(١) "ترمذي جلد ٻيو" ابواب الوصايا ص٣٢، مقدمو بذل القوه مرتب مخدوم امير احمد ص١٧ ناشر سنڌي ادبي بورڊ سال ١٩٦٦ع





حارثي، بنورائي، بهرامپوري نتوي آهي (١)

**ولادت:** مخدوم صاحب جا وڏا پهريائين سيوهڻ ۾ آباد هئا. جتان سندن والد ماجد علامہ عبدالغفور لڏي لاڙ پٽ جي مشهور شهر بنوري ۾ اچي رهيو، جتي ١٠- ربيع الاول مطابق ١١٠۴هہ - ١٦٩٢ع ۾ مخدوم محمد هاشم جي ولادت ٿي. سندس ولادت جي تاريخ عربيءَ جي هن فقري مان نڪري ٿي: انبت الله نباتًا حَسَنًا (٢)

**تعليم و تربيت:** مخدوم صاحب جو خاندان شروع کان وٺي علمي ۽ ديني خاندان هو، سندس والد پنهنجي زماني جو وڏو عالم هو ان اعتبار سان مخدوم صاحب هڪ عملي ۽ ديني گهر ۾ اکيون کوليون. سندن والد پنهنجي فرزند کي بهترين اخلاق جي تعليم ۽ تربيت ڏني قرآن پاڪ جو حفظ ۽ ابتدائي عربي فارسي جا ڪتاب پنهنجي والد ماجد وٽ پڙهيائين (٣) مخدوم صاحب جي عمر جڏهن

(١) مير علي شير قانع تذڪره مقالات الشعراءِ فارسي مرتب حسام الدين راشدي مطبع سنڌي ادبي بورڊ ١٩٥٧ حاشيه ٨۴١

(٢) دين محمد وفائي تذڪره مشاهير سنڌ ج٢ ص٢۵۴ مطبع سنڌي ادبي بورڊ ١٩٨۵ع

(٣) خان بهادر محمد صديق ميمڻ سنڌ جي ادبي تاريخ مطبع آر ايچ احمد سال ١٩٦۵ ڇاپو اٺون ص٧۴

٩ سال ٿي تہ سندن والد ماجد هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو، اهڙي طرح مخدوم صاحب پنهنجي والد جي شفقت ۽ محبت کان محروم ٿي ويو. ٺٽو ان وقت درسي علمن جو مرڪز ۽ ڪلهوڙن جو دارالحڪومت هو. شهر جي چئني پاسن علم حديث، علم تفسير ۽ علم فقه جون وڏيون درسگاهون هيون. جتي وڏا وڏا عالم محدث پنهنجي علم سان علم جي اڃايلن کي سيراب ڪندا هئا (١)

پاڻ ٺٽي ۾ اڇي موقوف عليه تائين ڪتاب مخدوم محمد سعيد رح جي مدرسي ۾ ۽ دوره حديث مخدوم ضياءُ الدين جي مدرسي ۾ پڙهي حديث جي سند حاصل ڪيائون.

حرمين جو سفر: مخدوم صاحب ١١٣٥ هہ ۾ حج جي ارادي سان حرمين شريفين روانا ٿيا. حج جي عبادت سان گڏ پاڻ مڪي ۽ مديني جي وڏن وڏن عالمن کان استفادو ڪري حديث ۽ تصوف جون سندون ۽ اجازتون حاصل ڪيائون جن ۾ حضرت شيخ عبدالقادر مڪي حنفي المتوفي ١١٣٨هہ، شيخ عبد بن علي مصري، شيخ محمد ابوطاهر ڪردي مدني المتوفي ١١٤٥هہ،شيخ علي

(١) رحيم داد مولائي شيدائي "جنت السند" ص٣٠٢ مطبع سنڌي ادبي بورڊ ١٩٨٥ع

بن عبدالمالڪ دراوي مشهور آهن (١)

مخدوم صاحب پنهنجي استادن جو تذڪرو "اتحاف الاڪابر في مسانيد شيخ عبدالقادر" ۾ ڪيو آهي. بعض ماڻهن جو قول آهي ته مخدوم صاحب مشهور محدث شاهه ولي الله دهلويءَ کان به تعليم حاصل ڪئي آهي. پر حقيقت ۾ ان ڳالهه جي ڪا به سند نه آهي ۽ نه وري ڪو تذڪرو ملي ٿو. اهو ممڪن آهي ته مخدوم محمد هاشم جي حجاز ۾ شاهه ولي الله سان ملاقات ٿي هجي. البته ٺٽي جي هڪ ٻئي عالم مخدوم محمد معين رح شاهه ولي الله کان حديث جي سند ۽ اجازت حاصل ڪئي آهي ۽ ڪانئس علم به حاصل ڪيو آهي(٢)

اهڙي طرح شاهه ولي الله دهلوي ۽ مخدوم محمد معين جي خط و ڪتابت جو سلسلو به جاري رهندو هو(٣)

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي جي تحقيق

(١) عبد الحي لڪنوي "نزهة الخواطر" ج٦ مطبع دائرة المعارف دڪن سال ١٩٥٧ ص٣٦٣)

(٢) علامه غلام مصطفيٰ قاسمي "سندهه اور شاهه ولي الله ڪےعلمي روابط" الرحيم ج١ ص٢٣ مطبع شاهه ولي الله اڪيڊمي ١٩٦٣ع

(٣) مخدوم محمد معين "دراسات اللبيب" ص٢٧٣-٢٩٢ مطبع سنڌي ادبي بورڊ "شاهه ولي الله دهلوي" تفهيمات الاهيه ج١ مجلس علمي ڪراچي





مطابق مخدوم محمد هاشم مخدوم محمد معين کي پنهنجو استاد شمار کيو آهي ۽ کانئس فيض پرايو آهي (١)

## زيارت رسول جو شرف: جن ڏينهن ۾

پاڻ حجاز پاڪ ۾ مقيم هئا کجهہ ڪتاب حاشيا ۽ تحريرون پڻ لکيون اٿن. پاڻ انهن ڏينهن ۾ پيغمبر اسلام جي زيارت ڪيائون. اها جمعي جي رات رجب المرجب جي ٩- تاريخ ١١٣٦هہ هئي جنهن جو ڏينهن تاريخ ۽ وقت پاڻ يادداشت لاءِ هڪ ڪتاب جي حاشيه تي تحرير ڪيو اٿن (٢)

سنڌ جي هر خاص عام، عالم، امي وٽ اها روايت مشهور آهي تہ مخدوم صاحب جڏهن روضي رسول تي وڃي حاضري ڏيئي سڪ پريت سان سلام پڙهيو تہ روضي پاڪ مان پاڻ سڀ ورن ڪين سلام جو جواب ڏنو تہ "يلي آئين محمد هاشم ٺٽي وارا" چو تہ ان نالي سان بيا بہ حرم پاڪ ۾ گهڻا ماڻهو موجود هئا.

(١)مخدوم محمد هاشم "ڪشف الغطاءُ" بحوالہ علامه قاسمي ماهوار نئين زندگي ج١٢ص١٩ آڪٽومبر ١٩٥٩)
(٢)دين محمد وفائي "تذکره مشاهير" سنڌ ج٢ ص٢٥۴ مطبع سنڌي ادبي بورڊ ١٩٨٥ع)
(٣)مخدوم محمد عاقل پير محمد کهڙائي "قصص الاولياءِ سنڌ" سنڌي قلمي ص١٢۴)

اها مشهور روايت پوري سنڌ ۾ سيني بہ سيني هلندي پئي اچي، ايتري تہ تواتر سان مشهور آهي جو ان جو انڪار بہ ٺٽو ڪري سگهجي.
مخدوم صاحب جو سلسلو ٣٥ واسطن سان امام ابوحنيفه نعمان بن ثابت المتوفي ١٥٠هہ ۽ ٢٦ واسطن سان حضرت عبدالله بن ابي حبيبه صحابي رسول الله سان ملي ٿو. (١)

الحمد لله! راقم الحروف جي والد مرحوم مولوي عبد الله سمون سال وارو - راڄوڳوٺ ضلع ٺٽو جي حديث جي سند جو سلسلو صرف ستن واسطن سان مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ سان ملي ٿو. والد مرحوم دوره حديث ٽر جي مشهور محدث محمد عثمان قرانيءَ جي مدرسي "مجدديه" ۾ پڙهي حديث جي سند حاصل ڪئي (٢)

مولانا محمد عثمان قراني قاضي لعل محمد متياري وارن جو شاگرد هو. قاضي لعل محمد مولانا محمد متياري واري کان حديث جي سند حاصل ڪئي. مولانا محمد، مولانا

(١) مقدمو "فرائض الاسلام" مرتب عبد العليم ندوي ص١٦ مطبع مدينه العلوم پينڊو سال ١٩٨٦ع)
(٢) ڊاڪٽر محمد جمن ٽالپر سنڌ جا اسلامي درسگاهہ ص٤٩٣ مطبع سردار پريس حيدرآباد ١٩٨٢ع، مهراڻ سوانح نمبر ص١٥٠ مطبع سنڌي ادبي بورڊ ١٩٩٠ع)

عبدالڪريم بحر العلوم جو شاگرد هو. مولانا عبدالڪريم مولانا محمد عثمان مٽياري واري جو فرزند ۽ شاگرد هو. مولانا محمد عثمان مٽياريءَ وارو مخدوم محمد ابراهيم مڏي بندر واري جو هم عمر هو. مخدوم محمد ابراهيم مخدوم محمد هاشم جو پوٽو هو. ٻنهي بزرگن جا پاڻ ۾ وڏا علمي، تحريري مناظرا ۽ بحث ٿيندا رهندا هئا جيڪي اڄ بہ ڪتابن ۾ موجود ۽ محفوظ آهن. مولوي محمد عثمان مٽياروي مخدوم نور محمد نصرپوري وارن جو شاگرد هو. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جي تحقيق مطابق مخدوم نور محمد نصرپوري مخدوم محمد هاشم جو شاگرد آهي (١)

<u>بيعت</u>: مخدوم صاحب جهڙي طرح ظاهري علمن جهڙوڪ حديث، فقه، تفسير، لغت، صرف، نحو، ادب، معاني، فلسفه، تجويد، قرات جو ماهر هو اهڙي طرح روحاني ۽ باطني علمن ۾ بہ پنهنجي عهد جو ڪامل ولي ۽ اڪمل مرشد هو. پاڻ ظاهري علمن جي فراغت ڪان پوءِ روحاني فيض ۽ نفس جي پاڪيءَ خاطر ٺٽي جي مشهور نقشبندي بزرگ ابوالقاسم نقشبندي المتوفي ١١٣٨هہ جي خدمت

(١) علامه غلام مصطفيٰ قاسمي مشاهير سنڌ نمبر ص ٣٠ شاهہ ولي الله اڪيڊمي سال ١٩٦٧ع)

۾ حاضر ٿي بيعت جي درخواست ڪيائين. شيخ ڪيس جواب ڏنو ته منهنجي تعليم ۽ تلقين ۾ جن ماڻهن جا نالا آهن انهن ۾ اوهان جو نالو نه آهي تڏهن پاڻ فرمايائين ته مرشد جي معاملي ۾ منهنجي رهنمائي ڪريو. شيخ فرمايو ته اوهان جو مرشد قطب رباني سيد سعدالله بن سيد غلام محمد سلوني سورتي المتوفي ١١٣٨ هه آهي.

١١٣٦هه ۾ مخدوم صاحب حرم پاڪ کان واپس موٽندي هندستان جي شهر سورت بندر تي لهي اچي حضرت سعدالله سورتي القادري جي خدمت ۾ حاضر ٿي سندس حلقي ۾ داخل ٿيو ۽ پورو سال رهي سلوڪ ۽ تصوف جون منزلون طي ڪيائين. شيخ ڪين پنهنجي هٿن سان خلافت جو خرقو پهرائي ڪيس بيعت جي اجازت ڏني. پاڻ ١١٣٧هه ۾ پنهنجي اباڻي ماڳ موٽي آيا (١)

**دارالعلوم هاشميه:** مخدوم صاحب ظاهري ۽ روحاني تعليم کان فارغ ٿي پهريائين پنهنجي اصلي ڳوٺ بهرامپور ۾ هڪ ديني مدرسي جو بنياد رکيو. جيڪو مخدوم صاحب جو پهريون مدرسو هو. مخدوم صاحب متقي، پرهيزگار،

(١) مير خليل ٺٽوي تڪمله مقالات الشعراءِ ص٤٥ مطبع سنڌي ادبي بورڊ ١٩٥٨ع)

داعي دين حق، بدعتن ۽ بڇڙاين جي روڪڻ وارو ۽ احياءِ سنت جو حامي هو، ان لاءِ ڳوٺ جي وڏيرن، بي دين پيرن، سندس مخالفت ڪئي، نيٺ پاڻ پنهنجي اصلي ڳوٺ کي ڇڏي اچي ٺٽي شهر ۾ مدرسي هاشميه جو بنياد رکيائون(١) ٺٽو ان وقت اسلامي علمن جو مرڪز هو جڏهن تہ ٺٽي ۽ ان جي آس پاس ٻيا بہ تمام گهڻا مدرسا هئا. پر جلد سندس مدرسي جي هاڪ مچي ويئي ۽ هن ديني مدرسي تمام گهڻو جلد سنڌ ۾ هڪ وڏو مقام ماڻي ورتو، پري پري کان طالبن اچي روحاني ۽ ظاهري فيض پرايو سندس چند مشهور شاگردن جا نالا هي آهن:

مخدوم عبد الرحمٰن، مخدوم عبداللطيف، مخدوم عبدالله نرئي وارو، مخدوم عبدالخالق ٺٽوي، ابو الحسن صغير ٺٽوي، فقير الله علوي شڪارپوري، ميون عزت الله ڪيريو، شيخ الاسلام مراد سيوهاڻي، سيد شهمير شاهہ مٽياري وارو، مخدوم ميڏنو نصرپوري، مخدوم نور محمد نصرپوري، سيد صالح شاهہ گهوٽڪي وارو، نور محمد خستہ ٽڪڙائي.

انهن کان علاوه ڳوٺ ڪانياواڙ ۽ افغانستان جي ڪيترن شهرن جا شاگرد پڻ سندس

---

(١) ڊاڪٽر محمد جمن ٽالپر سنڌ جا اسلامي درسگاهہ ص٢٣٨ سردار پريس ١٩٨٢ع)

مدرسي هاشميه ۾ تعليم حاصل ڪندا هئا.

**ديني خدمتون:** مخدوم صاحب ديني تعليم جي اشاعت درس و تدريس، ذڪر واذڪار کان علاوه عوام جي اصلاح ۽ تربيت لاءِ هميشه سرگرم ۽ ڪوشان رهندا هئا. پاڻ پنهنجي مدرسي ۾ باقاعده طور تي هڪ دارالفتويٰ قائم ڪيائون ماڻهن جا مسئلا باقاعده شريعت جي روشنيءَ ۾ نبيريا ويندا هئا ،سندن هٿ تي هزارن جي تعداد ۾ ماڻهن اسلام قبول ڪيو. وقت جا حاڪم جهڙوڪ احمد شاهه ابدالي ۽ نادر شاهه سان سندن خط وڪتابت هئي. وقت جا حاڪم به دين جي احڪامن کي نافذ ڪرڻ ۾ سندن مدد ڪندا هئا (١) سنڌ جو حاڪم غلام شاهه ڪلهوڙو سندن معقتدن مان هو، مخدوم محمد هاشم ٺٽي ۾ بدعتن ۽ غير اسلامي رسمن کي ختم ڪرائڻ لاءِ باقاعده سنڌ جي حاڪم کان ١١٧٢ ع ۾ هڪ سرڪاري حڪم نامو جاري ڪرايو جنهن جي ڪري ٺٽي مان خراب رسمن، بدعتن،عورتن جو قبرن تي وڃڻ، ماتم ڪرڻ وغيره جو گهڻي حد تائين خاتمو تي ويو (٢) روزانو وچين نماز

(١)مير علي شير قانع "تحفة الڪرام" ص٢٣ فارسي مطبع بمبئي
(٢)مير علي شير قانع "تحفة الڪرام" ص٢٣ فارسي مطبع ناصري ص٢٣٠)

ڪان پوءِ مدرسي ۾ حديث پاڪ جو درس ڏيندا هئا ،جامع مسجد خسرو ۾ جمعي تي وعظ ۽ تقرير ڪندا هئا ۽ امامت جا فرائض سر انجام ڏيندا هئا. اهڙي طرح سندن سڄي زندگي وعظ، نصيحت، تقرير تبليغ، قضا، فتويٰ نويسي،تصنيف ۽ تاليف ۾ بسر ٿي.

**بزرگن جو احترام:** مخدوم محمد هاشم پنهنجي زماني جي عالمن، درويشن ۽ بزرگن جو وڏو احترام ڪندا هئا، ٺٽي جي مشهور عالم مخدوم محمد قائم رح سان بعض مسئلن ۾ سندن اختلاف هو ۽ هڪ ٻئي جي رد ۾ ڪتاب به لکيا اٿن پر وڏي احترام ۽ اخلاق جي دائري ۾ هڪ ٻئي جو رد لکيو اٿن. مخدوم محمد معين رح جو به ساڻس اختلاف هو پر پنهنجي ڪتابن ۾ سندن نالو عزت ۽ احترام سان لکيو اٿن. سندن زماني جي مشهور قطب حضرت ابو القاسم نقشبندي سان ڪين تمام گهڻي محبت ۽ عقيدت هئي. روزانو سندن حجري تي حاضري ڏيئي،ان ڪي پنهنجن هٿن سان ٻهاري ڏيئي صاف ڪندا هئا ۽ پلنگ کي صندل جي خوشبوءِ سان واسيندا هئا. هڪ ڏينهن ڏٺائون ته شيخ وضو ڪري رهيو آهي ۽ پاڻي ٻانهن جي طرف کان پنهنجي نونهن تي وجهي رهيو آهي. مخدوم صاحب عرض ڪيو ته حضرت فقه جي اعتبار سان

پاڻي ڪرائي ڪان وجهڻ گهرجي. حضرت ابوالقاسم فرمايو ته اسان پاڻ سڳورن کي ته ان طرح وضو ڪندي ڏٺو آهي . مخدوم صاحب عرض ڪيو ته پر فقه جي اعتبار سان ائين آهي جيئن مون عرض ڪيو آهي. حضرت ابوالقاسم هڪدم مراقبو ڪيو ۽ پاڻ سڳورن ڏانهن متوجه ٿيا پاڻ سڳورن ارشاد فرمايو ته اوهان اسان کي ائين ڏٺو آهي پر معمول ائين بنائڻ گهرجي جيئن محمد هاشم چوي ٿو. ان ڪان پوءِ شيخ فرمايو ته هاڻي آئون ائين وضو ڪندس جيئن مخدوم محمد هاشم چوي ٿو (١)
ان واقعي مان اهو به معلوم ٿئي ٿو ته شريعت ۽ دين جي معاملي ۾ مخدوم صاحب ڪيترا حق گو ۽ بي باڪ هوندا هئا.

<u>فتويٰ:</u> ڪنهن شخص مخدوم صاحب ڪان هڪ مسئلي ۾ فتويٰ حاصل ڪري دستخط لاءِ سندس استاد مخدوم ضياءُ الدين جي اڳيان رکي. مخدوم ضياءُ الدين ان مسئلي ۾ پنهنجي شاگرد جي مسئلي سان اختلاف ڪندي فتويٰ تي دستخط نه ڪيو. ٻيءَ رات مخدوم ضياءُ الدين پاڻ سڳورن ﷺ کي خواب ۾ ڏٺو. پاڻ ﷺ جن ڪين فرمايو ته

(١) "مقدمو فرائض الاسلام" مولانا محمد عبدالعليم ندوي ص ٤٦ مطبع مدينة العلوم پيندو شريف ١٩٨٦ع)

جهڙي طرح مخدوم محمد هاشم چوي ٿو اوهان بہ ان قول تي فتويٰ ڏيو. پٺي ڏينهن مخدوم ضياءُ الدين ان شخص کي گهرائي ساڳئي فتويٰ تي دستخط کيو (١)

**شعر شاعري:** مخدوم صاحب فارسي، عربي ۽ سنڌي ٻولين جو وڏو شاعر هو. سندن سموري شاعري الله رسول ۽ ان جي شريعت جي تعليم مطابق آهي. پاڻ ڪنهن حاڪم يا دنيادار جي تعريف ۾ شاعري نہ ڪيائون. سندن عربي شاعريءَ ۾ ٨- قصيدا جيڪي پاڻ سڳورن جي تعريف ۾ لکيا اٿن مشهور آهن. قوتُ العاشقين جا اشعار ان کان سواءِ سمورا سنڌي ڪتاب منظوم آهن. فارسي، شاعري، مقالات الشعراءِ مدح نامه سنڌ رشف الزلال ۾ موجود آهي.

**عشق رسول:** مخدوم صاحب وڏو عاشق رسول هو. نبي سائين جي محبت ۽ فراق ۾ زبان حال سان ڪڏهن باد صبا کي پيغمبر اسلام ڏانهن پيغام موڪلي پنهنجي دل کي تسلي ڏيندا هئا. عشق رسول جا چند اشعار هيٺ ڏجن ٿا:

(١) "مقدمو فرائض الاسلام" مولانا محمد عبدالعليم ندوي ص٤٦ مطبع مدينة العلوم پيندو شريف ١٩٨٦ع)





ايا نسيم صبا ان ذرت روضته
سلم علي المصطفيٰ صاحب النعم

(اي نسيم صبا جيڪڏهن تنهنجو گذر روضي رسول تان ٿئي تہ ان نعمتن جي مالڪ مصطفيٰ کي منهنجا سلام عرض ڪجانءِ)

وقف عند مضجعه في مواجهة
وبلغ صلواتي و تسليمي عليٰ روح اكرم

(ان جي مرقد تي حاضر ٿي پاڪ روح تي منهنجا درود ۽ سلام عرض ڪجانءِ)

وقل يا رسول الله! عبد مقصر
غريق في البحر السيئات ومغرم

(۽ عرض ڪجانءِ يا رسول الله هي گنهگار ٻانهو گناهن جي درياءَ ۾ غوطا کائي رهيو آهي)

يلوذ اليٰ جنابک مستغيثا
ويشكو ذنوبا كالجبال الاعاظم

(اوهان جي ذات جي مدد ۽ عنايت جو طالب آهي جڏهن تہ گناهہ جبلن کان بہ وڏا آهن)

روحي فداک و انت حياة روحي
و قرة عيني والشفاءَ من السقم

(منهنجو روح اوهان تي قربان ٿئي اوهان جي ذات منهنجي روح جي حيات، منهنجي اکين جو نار ۽ منهنجي بيمارين جي شفا آهي)

انهن بيتن مان قارئين اندازو لڳائي سگهن ٿا ته سندن دل ۾ ڪيترو عشق رسول موجزن هو (١)

**زهد ۽ تقويٰ:** جيستائين مخدوم صاحب جي زهد تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جو تعلق آهي ته خود پاڻ پنهنجي هڪ قلمي بياض ۾ لکن ٿا:

چار هزار ڪتاب پڙهيم انهن مان چئن ڳالهين کي پسند ڪري اختيار ڪيم: ١- اي منهنجا نفس! خدا تعاليٰ جي عبادت ڪر نه ته ان جو رزق نه کاءُ ٢- اي منهنجا نفس! جنهن کان الله تعاليٰ روڪيو آهي ان کان پرهيز ڪر نه ته ان جي ملڪ مان نڪري وڃ ٣- اي منهنجا نفس! جيڪي ازلي قسمت کان توکي ملي ٿو ان تي صبر ڪر، نه ته ڪو ٻيو خدا ڳولهه ٤- اي منهنجا نفس! گناهه جو ڪو خيال ڪرين ته اهڙي جاءِ تلاش ڪر، جتي توکي خدا نه ڏسي، نه ته گناهه نه ڪر (٢)

**تصانيف:** مخدوم صاحب درس تدريس، وعظ و نصيحت، قضا، فتويٰ کان علاوه تصنيف و

---

(١) سيد شجاعت علي قادري "مقدمو التحفة المرغوبه" (و) مطبع الجنة التصنيف دارالعلوم النعيمه ١٩٨٣ - بحواله قصائد مخدوم

(٢) "غلام مصطفيٰ قاسمي" منهنجي علمي ڊائري سه ماهي الرحيم سنڌي شاهه ولي الله اڪيڊمي ١٩٤٧ ج٣ ص٢٧-٢٨)

تاليف جي ڪم ڪي بہ جاري رکيو. سندس تحرير ڪان سواءِ مختلف موضوعن ۾ مسئلن تي سندس لکيل تحريرن جو تعداد هزارن ڪان بہ زياده آهي. صرف سندس تصنيفات ٣٠٠ ڪان بہ زياده آهن. مخدوم امير احمد عباسي "مقدمة بذل القوة في سني حوادث النبوة" ۾ لکيو آهي تہ سندس مختلف مسئلن تي لکيل تحريرون هزارن ڪان زياده آهن (١)

مخدوم صاحب جي تصنيفات مان صرف چند ڪتاب شايع ٿيا آهن باقي يا تہ نادر الوجود آهن يا بعض قلمي نسخا حڪومت جي ڪتب خانن ۾ يا بعض اهل علم جي لائبريرين جي زينت بنيل آهن. جن مان استفادو وٺڻ بہ مشڪل آهي.

مخدوم صاحب جون تصنيفون تفسير، حديث، فقہ، اسماءُ الرجال، عقائد، علم عروض، سيرت النبي ﷺ وغيره جي موضوعن تي مشتمل آهن.

**وفات:** مخدوم محمد هاشم پنهنجي عمر عزيز جا ٧٠ سال تعليم تدريس، تاليف و تصنيف، عبادت و رياضت ۾ پورا ڪندي ٦- رجب المرجب ١١٧٤هـ مطابق ١٧٦١ع هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. کين مڪلي جي مشهور قبرستان ۾

(١) مخدوم امير احمد عباسي "مقدمه بذل القوة في سني حوادث النبوة" ص١١ مطبع سنڌي ادبي بورڊ ١٩٧٧ع

دفنايو ويو. سندن مزار مبارڪ اڄ بہ اهل دل وارن لاءِ زيارت جو ذريعو آهي.

مخدوم صاحب جي وفات تي ڪيترن ناميارن عالمن، شاعرن دلسوز تاريخي شعر چيا آهن، هيٺين عبارتن مان وفات جو سن نڪري ٿو.

محمد رحيم ٺٽوي: درجوار مصطفيٰ ماوي يافت ١١٧٤هـ
غلام علي بيگ ٺٽوي: طائر قدس بفردوس محمد هاشم
محمد پناهہ رجا ٺٽوي: بهشتش داد ايزد منزل جاه
محمد رفيع ٺٽوي: گل شد مشعل دين رسول صہ
محمد حسن ٺٽوي: جعل الله جنۃ مثواه

راجو ڳوٺ ضلعو ٺٽو
٥ ذوالحج ١٤١٥هـ
مطابق ٥مئي ١٩٩٥ع

ڊاڪٽر محمد اشرف سمون

(١) "مولانا دين محمد وفائي" تذڪره مشاهير سنڌ ج٢ ص٢٥٩- ٢٦٤ مطبع سنڌي ادبي بورڊ ١٩٨٥ع)

# ٺٽو

ٺٽي جي سرزمين صدين کان وڏي مردم خيز رهي آهي. سنڌ جي هن ٽڪري وڏا عالم عارف صاحب حال ۽ قال جنم ڏنا جنهن تي جيترو به فخر ڪجي گهٽ آهي.

اڄ جو هيءُ شهر جيڪو پنهنجي اوج ۽ موڙي وڃائي چڪو آهي. علم عرفان کان خالي، بدعتن، برين راهن ۽ رسمن جو آماجگاهه بنجي چڪو آهي. ڪنهن دور ۾ علم عرفان جي کاڻ هو. پوري اسلامي دنيا کان علم جا اڃايل ڪهي ڪهي اچيو پنهنجن سينن کي علم معرفت سان منور ڪندا هئا. هن خطي جي فارغ التحصيل عالمن محدثن، فقيهن، نه صرف سنڌ ۽ ننڍي کنڊ، پر پوري عرب دنيا کي پنهنجي علم سان سيراب ڪيو. مسجد نبوي ۽ حرم پاڪ جي پاڪ مسندن جا وارث ۽ والي بنيا. جيڪي اڄ به سندن علمي ۽ روحاني ڪمالات جي ڪري صحابن سڀ ڳورن ۽

امهات المؤمنين جي قبرن جي سيراندن ۾ پيراندن کان
آرامي آهن.

حديث پاڪ ۾ آيو آهي تہ پاڻ سڳورن
سنڌ جي طرف هٿ کڻي ارشاد فرمايو تہ ان پار
کان مون کي اسلام جي خوشبو اچي رهي آهي.
اهوئي سبب آهي جو سنڌ کي باب الاسلام سڏيو
وڃي ٿو پرپوري سنڌ ۾ جيڪو مقام ٺٽي جي
مٽيءَ کي حاصل ٿيو، اهو ڪنهن بئي خطي جي
نصيب ۾ نہ هو.

جي عرب تاريخ جو مطالعو ڪيو وڃي تہ
ٺٽو ۽ ديبل علم جي ميدان ۾ ڪنهن بہ طريقي
سان بغداد کان گهٽ نہ هئا. ٺٽي جي عالمن جون
علمي تصنيفون ۽ ڪتاب سندن عظمت ۽ علم جا
چٽا اهڃاڻ آهن. ٺٽي کان هڪ ميل جي فاصلي
تي اولهہ طرف مڪلي ٽڪري آهي منجهس هزارن
جي تعداد ۾ اولياءِ ڪامل بزرگ عالم آرامي آهن.
هي دنيا جو مشهور مقام سنڌ جي تهذيب ۽
تاريخ جو امين آهي. سندس چٽيل مٽيل نشان
قبرن ۽ ڪتبن جي اکر ککراچ بہ عالمن ۽ ڏاهن
کي پنهنجي طرف متوجهہ ڪري تحقيق جي

دعوت ڏئي ٿي. هڪ روايت مطابق مڪليءَ ۾ سوا لک ولي مدفون آهن. انهيءَ ٽڪريءَ تي اتر طرف مڪليءَ نالي هڪ پارسا عورت مسجد جي محراب جي اڳيان مدفون آهي. هيءُ نالو سمن بادشاهن جي مرشد ڪامل شيخ حماد جي اشاري سان پهريائين مسجد تي پيو. ان کان پوءِ سڄي ٽڪري انهيءَ نالي سان سڏجڻ لڳي. درحقيقت زماني جي حادثن لاهن چاڙهن جي ڪري جڏهن ديبل، ڀنڀور، لاهري، ساموئي ويران ٿيا محمد طور سومرن سردارن جي هٿان ويو ته اتي جا ماڻهو لڏي اچي ٺٽي ۾ رهيا.

حڪيم مير عبدالرزاق اصفهاني جنهن جو تخلص "مشرب" هو، وڏو عالم علم جفر جو ماهر ۽ علم نجوم ۾ وڏي مهارت رکندو هو. ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي ياءُ داؤد خان وٽ ڪيترو عرصو رهي. ١١٢٧هه ۾ گذاري ويو. تنهن کان ڪيترن روايت ڪئي آهي ته ٺٽي جي سرزمين درحقيقت يونان جي سرزمين وانگر مردم خيز آهي. اهوئي سبب آهي جو هن زمين وڏا عالم ۽ درويش جنم ڏنا. مڪليءَ جي مقام جي وچ

مان پڪو رستو نيشنل هاءِ وي ڪراچيءَ وڃي ٿو
رسي. جي ٻنهي ڪپن تي مڪليءَ جو مقام آهي.
رستي جي اتر طرف مغلن، ترخانن، سمن حاڪمن
جا مقبرا ۽ مائي مڪليءَ جي قبر کان علاوه عابدن
۽ زاهدن جو مقام عبادت، کان علاوه شاهه مراد
شيرازي ۽ سيد علي شيرازيءَ جا مقبرا، سنڌ جي
عادل حاڪم جام نظام الدين جو روضو، سنڌ
جي سرويچ سپاهي دولهه درياخان جو مرقد ۽
عبدالله شاهه اصحابيءَ کان سواءِ ڪيترن ولين،
درويشن، عالمن، اديبن، گاد نشينن، صاحبزادن،
سيدن ۽ حاڪمن جون قبرون آهن. جڏهن ته رستي
جي ڏاکڻي طرف مخدوم محمد هاشم ٺٽوي،
مخدوم عبداللطيف، مخدوم محمد معين،
مخدوم ابوالقاسم نقشبندي، مخدوم آدم، کان
سواءِ سنڌ جو سچاڻ سچو سياستدان تحريڪ
آزادي ۽ خلافت جو سرواڻ شيخ عبدالمجيد سنڌي
۽ روضي ڌڻيءَ جو فرزند برصغير جو عظيم
محقق مرحوم سيد حسام الدين راشدي محوِ
خواب آهن. ٺٽي جي باري ۾ ڪيترن مؤرخن لکيو
آهي ته هن شهر جو بنياد ڄام نظام الدين سمي

سنہ ٩٠٠ھہ ۾ رکيو، پر صحيح قول هيءُ آهي تہ
ڄام نظام الدين سمي کان بہ سؤ سال اڳ هيءُ
شهر آباد ۽ سنڌ جو دارالسلام بنجي چڪو هو،
البت ايترو ضروري آهي تہ هن شهر کي اوج سمن
سلطانن ونايو. ڄام نظام الدين وڏو عابد، زاهد
۽ عالمن جو قدردان حڪمران هو. ان جي عهد ۾
خراسان، ايران، عراق جي عالمن پنهنجا ماڳ ڇڏي
اچي ٺٽي کي پنهنجو وطن بنايو. ۽ شهر کي
علمي ۽ روحاني رونق بخشي. هن شهر علم، فن،
حرفت، صعنت ۾ ايتري تہ ترقي ڪئي جو پوري
دنيا ۾ هن شهر جي هاڪ هلي ويئي. ڄام
بايزيد، ڄام نظام الدين جي ڀاءُ جي قدرداني
ڪري خراسان ۽ هندستان جي مشهور عالمن شيخ
جلال الدين قريشي، مولانا فتح الله، مولانا عزيز
الله، مير عماد گرديزي، مرزا شهيد ۽ مرزا شهداءِ
انهن ڏينهن ۾ ملتان ۾ مقيم تي ٺٽي سان رابطو
قائم رکيو. انهن ڏينهن ۾ احمد آباد، ملتان ۽
ٺٽو علمي ادارن، عالمن ۽ محدثن جي ڪري سڄي
اسلامي دنيا ۾ برک هو. ان جو وڏو سبب هيءُ هو
تہ سنڌ جي سمن حاڪمن جن جو دارالحڪومت

ننو هو، هنن عالمن جي قدر ۾ ڪابہ ڪسر نہ ڇڏي.

ننڍي شهر ۾ مسجدن ۽ مدرسن جو تعداد وڌندو ويو. تانجو اهو تعداد ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي زماني ۾ ڇئن هزارن ڪي وڃي پهتو. انهن علمي ادارن جي ڪري عالم سمرقند بخارا، هرات کي ڇڏي اچي سنڌ ۾ وارد ٿيا. ائين چوڻ بجا ٿيندو تہ بخارا، سمرقند ۽ هرات جي علمي مجلسن جي پڄاڻيءَ کان پوءِ سنڌ جي دارالخلافه ننڍي اسلامي دنيا ۾ دارالعلوم جي حيثيت اختيار ڪئي. سنڌ جي حاڪم ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي زماني ۾ تہ ننڍي ۾ مڪمل اسلامي نظام نافذ هو. ڇوتہ سنڌ جو حاڪم شيخ الاسلام مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو معتقد هو. شيخ الاسلام ڪانئس اسلامي نظام جي نفاذ جو نہ صرف حڪمنامو حاصل ڪيو، پر سنڌ جي حاڪم کيس ننڍي جو چيف جسٽس بنايو، جنهن جي ڪري تمام احڪام قرآن ۽ حديث جي مطابق نافذ ڪيا ويا ۽ ننو سندس حياتيءَ ۾ عهد خلفاءِ الراشدين جي ياد ڏيارڻ لڳو.

بسم الله الرحمن الرحيم

الحمد لله العلي الاعلى على ما اسبغ علينا من نعمه واولى، ومنّ علينا بكرمه فاعطى والصلوة والسلام على رسوله المصطفى الذي نزل في شانه ولسوف يعطيك ربك فترضى وعلى آله المهتدين كمال الهدى وصحبه السادة القادة خيار اهل التقى. اما بعد فيا ايها الولدان الكريمان حفظكما ربكما ووفقكما بلطفه الشريف اعني عبد الرحمن وعبد اللطيف ويا ايها الاحبة الكرام من المريدين الطالبين اولى الافهام اوصيكم بتقوى الله عزّ وجلّ في كل حال فان التقوى ملاك الامر كله وجامع لكل كماله وقد قال الله سبحانه وتعالى في كتابه الكريم مخاطبا بخيار اولياء الله ولقد وصينا

فان تغفر فانت اهل لذاكا ... وان تطرد فمن يرحم سواكا

تجاوز عن ضعيف قد جفاكا ... فجائك تائب يرجو رضاكا

فاتيتكم يا مهيمن قد عصاكا ... تمت بالخير و السعادة

الهي بر انكس اين خط نوشت ... عفو كن گناهش عطا كن بهشت

الهي تو آن كس مشكلات ... بحرمة محمد عليه الصلوة

كتبه حاجي رجب ستته هالنو

بتاريخ ٣ ماه جماد الثاني

سال ٨٣ ١٢ بوقت

ظهر روز

سه شنبه

تمت

آمين

هذه الوصية تاليف الشيخ الكبير العالم الشهير مخدوم محمد هاشم بن عبد الغفور

بن عبد الرحمن تتوي كان الله له وبه ومعه في كل حين، و ان وسماها

بالوصية الهاشمية تمت بالخير و السعادت از دست فقير بر تقصير

عكس مخطوطه





# مخدوم محمد هاشم جي حيات هڪ نظر ۾

| | | |
|---|---|---|
| ولادت ١٠ ربيع الاول | ١١٠٤ هه | ٩٣-١٦٩٢ع |
| آغاز درس وتدريس | ١١١٣هه | ١٧٠١ع |
| وصال والد ماجد | ١١١٣هه | ١٧٠١ع |
| آغاز تصنيف وتاليف | ١١٣٠هه | ١٧١٧ع |
| پهرئين تصنيف دستور الفرائض | ١١٣٠هه | ١٧١٧ع |
| بي تصنيف فاڪهه البستان | ١١٣٢هه | ١٧١٧ع |
| فتح القوي في نسب النبي ﷺ | ١٤ ربيع الاول ١٣٣٣هه | ١٧٢٠ع |
| حيات الصائمين | ١٧ذوالحج ١٣٣٣هه | ١٧٢٠ع |
| جنه النعيم في فضائل القرآن الڪريم | ربيع الاخر١١٣٤هه | ١٧٢٠ع |
| تحفة الاخوان في منع شرب الدخان | ١١٣٤هه | ١٧٢١ع |
| زيارت حرمين شريفين | ١١٣٥هه | ١٧٢٢ع |
| شيخ عبدالقادر حنفي مڪي کان حديث جي اجازت | ١١٣٥هه | ١٧٢٢ع |

شیخ عید بن علي مصريؒ

کان حدیث جي اجازت ١١٣٥ھ ١٧٢٢ع

حيات القلوب في زيارة المحبوب ٢٧رمضان١١٣٥ھ

حلاوة الفم بذکر جوامع الکلم ١١٧٠ھ ١٧٥٧ع

بذل القوة في سني حوادث النبوة مطبوعہ سنڌي ادبي بورڊ ١٩٦٦ع

التحفة المرغوبة ١٩ صفر ١١٦٨ھ، ١٧٥٥ع

تحفة المسلمين في تقدير

مهور امهات المؤمنين ١١١٧ھ، ١٧٠٥ع

شیخ ابوطاهر محمد بن ابراهیم

کردي کان حدیث جي اجازت ١١٣٥ھ ١٧٢٢ع

شیخ علي بن عبدالملک دراوي

کان حدیث جي اجازت ١١٣٥ھ ١٧٢٢ع

کتاب مناسک الحج ١١٣٥ھ ١٧٢٢ع

بیعت وخلافت ١١٣٦ھ ١٧٢٣ع

حرمین کان واپسي ١١٣٧ھ ١٧٢٤ع

نو ر العيني في اثبات الاشارة

في التشهدين ١٢ شوال١١٣٩ھ ١٧٢٦ع

الشفاءُ في مسئله الراءِ ١١٤٧ھ ١٧٣٤ع

الولؤ المکنون في تحقيق مد السکون ١١٤٨ھ ١٧٣٥ع

کشف الدين عن مسئلة رفع اليدين ١١٤٩ھ ١٧٣٦ع



حيات القاري باطراف البخاري ٧صفر المظفر١١٦٦ھ ١٧٥٢ع

تنقيح الكلام في تحقيق

قرءة خلف الامام ١١٤٩ھ ١٧٥٥ع

رفع الخفاءِ عن مسئلة الراءِ١١رمضان المبارڪ١١٧٢ھ ١٧٥٨ع

كشف الغطاءِ عما يحل ويحرم

من النوح والبكاءِ ١١٤٢ھ ، ١٧٢٩ع

رفع الغطاءِ عن مسئله جعل

العمامة تحت الرداءِ ١١٤٦ھ ، ١٧٣٣ع

درهم الصرة في وضع اليدين

تحت السرة ١١٣٧ھ ١٧٢٤ع

اتحاف الاكابر مكي پاڪ ۾ سومر ٢٦ شوال ١١٣٦ھ ١٧٢٤ع

پيغمبر اسلام جي زيارت

حرم پاڪ ۾ ٩ رجب ١١٣٦ھ ١٧٢٣ع

اسلامي نظام جي نفاذ جو سنڌ جي حاڪم کان

پروانو ٢شعبان١١٧٢ھ ١٧٥٨ع

وصال شريف ٦رجب ١١٧٤ھ ١٧٦٠ع

❋ ❋ ❋

# مخدوم صاحب جا همعصر سنڌي عالم

| | | |
|---|---|---|
| مخدوم محمد معين ٺٽوي | ١١٦١هہ | ١٧٤٧ع |
| مخدوم عبداللطيف پٽي هالاڪنڊي | ١١٦٦هہ | ١٧٥٢ع |
| محمد حيات السندي | ١١٦٣هہ | ١٧٤٩ع |
| شاهہ فقيرالله علوي | ١١٩٥هہ | ١٧٨٠ع |
| علامہ ابوالحسن ڪبير | ١١٣٨هہ | ١٧٢٥ع |
| مير علي شير قانع | ١٢٠٣هہ | ١٧٧٨ع |
| مخدوم روح الله بڪري | ١١٦٠هہ | ١٧٤٧ع |
| مخدوم عبدالله واعظ | ١١٦٧هہ | ١٧٥٣ع |
| مخدوم محمد قائم ٺٽوي | ١١٥٧هہ | ١٧٤٤ع |
| علامہ ابوالحسن ڏاهري | ١١٦٨هہ | ١٧٥٤ع |
| پير محمد زمان صديقي | ١١٨٨هہ | ١٧٧٤ع |
| شيخ عبدالرحيم گرهوڙي | ١١٩٢هہ | ١٧٧٤ع |
| مخدوم محمد اسماعيل پريالوي | ١١٧٤هہ | ١٧٦٠ع |
| سيد محمد بقا خيرپور | ١١٩٨هہ | ١٧٨٣ع |
| مخدوم عبدالرحمان شهيد کهڙا | ١١٤٥هہ | ١٧٣٢ع |
| مخدوم عبدالواحد سيوتاني | ١٢٣٥هہ | ١٨١٥ع |
| مخدوم محمدي | ١١٧١هہ | ١٧٥٧ع |



| | |
|---|---|
| علامہ ابوالحسن صغير | ١١٨٩هہ ١٧٧٥ع |
| علامہ ابواطيب سنڌي | ١١۴۴هہ ١٧٣١ع |
| مخدوم دين محمد صديقي سيوتاني | ١١٩٢هہ ١٧٧٨ع |
| مخدوم ضياءُالدين | ١١٧١هہ ١٧٥٨ع |
| مخدوم ميڏنو نصرپوري | ١١٨١هہ ١٧٦٧ع |

# مخدوم عبدالرحمٰن ٺٽوي

مخدوم عبدالرحمان بن مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو وڏو جليل القدر فرزند آهي.

مخدوم صاحب جي ولادت ١٦ شوال المکرم ١١٣٠هه ۾ ٺٽي شهر ۾ ٿي.

ٺٽي شهر ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو مدرسو نه صرف سنڌ ۾ پر پوري اسلامي دنيا ۾ مشهور هو، جتي مختلف ملڪن جا شاگرد تعليم حاصل ڪندا هئا، جيڪي سندس مدرسي مان فارغ ٿي دنيا جي مختلف علائقن ۾ وڃي علم دين جي خدمت ڪيائون. انهن مشهور شاگردن مان علامه عبدالرحمان بن مخدوم محمد هاشم ٺٽوي پڻ آهي. جنهن پنهنجي سموري تعليم پنهنجي والد ماجد جي مدرسي ۾ حاصل ڪئي. مخدوم صاحب پنهنجي علمي گهرائي جي نسبت سان پنهنجي دور جو وڏو فقيهه عالم ۽ محدث ٿي گذريو آهي. مخدوم امير احمد

عباسي مرحوم "بذل القوة في سني حوادث النبوة" جي مقدمي ۾ لکيو آهي تہ مخدوم محمد هاشم جي وفات کان پوءِ مخدوم عبدالرحمٰن (هندستان) جهوناڳڙهہ هليو ويو. ان لاءِ سنڌ جا تذڪرا ان جي حالات جي باري ۾ خاموش آهن.

مخدوم عبدالرحمٰن پنهنجي والد ماجد وانگر پنهنجي سموري عمر علم دين جي تبليغ ۾ بسر ڪئي. مخدوم صاحب تحرير جي مقابلي ۾ تبليغ کي زياده اهميت ڏني. امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر ۾ مصروف رهيا. جيئن تہ پاڻ تبليغ لاءِ گجرات ۾ ڪاٺياواڙ جا ڪيترا سفر ڪيائون. سندن وفات بہ ڪڇ جي علائقي ۾ (جيڪو هن وقت هندستان ۾ آهي) تي، جتي پاڻ تبليغ لاءِ ويل هئا. ان لاءِ تصنيفات جو صحيح پتو نہ پئجي سگهيو پر حج جي مسئلن تي سنڌي نظم ۾ سندس لکيل ڪتاب مشهور آهي. مخدوم محمد هاشم جو ڪتاب "الوصيت الهاشميه" هيءُ ڪتاب شيخ الاسلام مخدوم محمد هاشم ٺٽوي پنهنجي وڏي فرزند گادي نشين مخدوم عبدالرحمٰن ۽

مخدوم عبداللطيف لاءِ چند وصيتن بابت لکيو آهي. مخدوم اميراحمد عباسي مرحوم "بذل القوة" جي مقدمي ۾ مخدوم عبدالرحمٰن لکي ٿو ته:

"المخدوم عبدالرحمٰن هو الذي كتب نسخه من كتاب ابيه حيات القاري باطراف البخاري والنسخه الموجود في مكتبه "پير جهنڊو" منقوله منها كما صرح به مؤسس المكتبه الشيخ رشدالله صاحب العلم الرابع فى آخر الكتاب (١)

يعني "مخدوم عبدالرحمٰن پنهنجي پيءُ جي ڪتاب "حيات القاري باطراف البخاري" ڪي اتاري لکيو ۽ ان جو اتاريل قلمي نسخو پير جهنڊي جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي" شيخ رشد الله به ڪتاب جي آخر ۾ ان ڳالهه جي تصديق ڪئي آهي ان ڪتاب جو هڪ قلمي نسخو پير جهنڊي عظيم علمي لائبريريءَ ۾ موجود آهي. جيئن ته مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جا معتقد ۽ مريد سنڌ کان ٻاهر ڪڇ ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ۾ تمام گهڻا هئا. مخدوم عبدالرحمٰن انهن کي تبليغ ۽

(١) بذل القوة ص۴ مطبع سنڌي ادبي بورڊ ١٩٦٦ع





تلقين ڏيڻ لاءِ هميشہ ويندا رهندا هئا. هڪ دفعي ڪانياواڙ جي علائقي ۾ "ڪتيانا" نالي هڪ شهر ۾ پنهنجي مريدن ۽ معتقدن وٽ مقيم هئا تہ اتي ايڪونجاھہ (٥١) سالن جي ڄمار ۾ اجل جو قاصد اچي پهتو. پاڻ ٥ ربيع الاول ١١٨٢ھہ ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيائون ۽ انهيءَ سرزمين تي هيءُ سنڌ جو عظيم محدث ابن محدث دفنايل آهي. (١)

(١) تحفه الڪرام فارسي مطبع اثناعشري جلد ٢ ص٢٣،
تذڪره مشاهير سنڌ ج٣ ص٢٢٩





# مخدوم عبداللطيف

مخدوم عبداللطيف ولد شيخ الاسلام مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي ولادت ١٤ شعبان ١١٤٤هه ٺٽي شهر ۾ ٿي. مخدوم عبداللطيف بہ پنهنجي سموري تعليم پنهنجي والد گراميءَ کان حاصل ڪئي.

مخدوم صاحب پنهنجي زماني جو هڪ وڏو محدث فقيهہ ۽ يگانو عالم هو. پاڻ قرآن پاڪ جا حافظ پڻ هئا. سنڌ جو مشهور مؤرخ مير علي شير قانع مخدوم عبداللطيف بابت لکي ٿو يعني موصوف پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ هر جمعي تي جامع مسجد خسرو ۾ وعظ ڪندو آهي ۽ پنهنجي والد وانگر عصر جي نماز کان پوءِ حديث جو درس ڏيندو آهي. اهڙي طرح سندن والد جي مدرسي کي تازو ڪندو اچي. (١)

مخدوم ابراهيم خليل پنهنجي ڪتاب تڪملہ مقالات ۾ لکي ٿو تہ مخدوم عبداللطيف

(١) تحفة الكرام ، وتكملہ مقالات الشعراءِ ص٤٦

پنهنجي زماني ۾ تحرير جو بادشاهہ هو ان جي زماني ۾ هڪ طالب العلم ٺٽي شهر ۾ آيو ۽ چيائين تہ آئون مطول ڪتاب ان عالم وٽ پڙهندس جيڪو ان ڪتاب جو مقدمو جيڪو صرف ٻن ورقن تي مشتمل آهي، سڄي سال ۾ پورو ڪرائي. شهر جي سيني عالمن وٽ ويو پر ڪنهن بہ ان جي درخواست قبول نہ ڪئي نيٺ مخدوم عبداللطيف جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. جنهن چيس تہ مطول جو مقدمو آئون توکي ڇهن مهينن ۾ ختم ڪرائيندس. علامہ موصوف ڇهن مهينن ۾ مطول جو مقدمو پڙهايو ۽ ان ڪتاب جا سيئي بحث علامہ عبداللطيف مقدمي ۾ ڪيس پڙهائي ڇڏيا.

مخدوم صاحب جي علمي مرتبي ۽ مقام جي هيءَ حالت هئي جو وقت جا حاڪم بہ ڪانئس مشڪل مسئلن جا حل ڪرائيندا هئا. هڪ دفعي ڪلهوڙن جي حڪومت ۾ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي ڪن خيالن جي برخلاف دانهن ويئي جنهن تي ڪلهوڙي حاڪم مخدوم عبدالرحيم کي سمجهائڻ لاءِ خداآباد ۾ علمائن

جو اجتماع گهرايو جنهن جو سرڪردو مخدوم عبداللطيف هو. (١)

تقرير ۽ تدريس جي ميدان کان سواءِ مخدوم عبداللطيف تحرير جي ميدان جو شهسوار هو. حنفي مذهب جي تائيد ۾ پاڻ سنڌ جي مشهور عالم شاهه ولي الله جي شاگرد مخدوم محمد معين جي مشهور ڪتاب "دراسات اللبيب" جي رد ۾ "الذب الذبابات" لکي سڄي ملڪ ۾ پنهنجي علمي مقام جو ڈاڪو ويهاري ڇڏيو. (٢) ان کان علاوه سندس هيٺيون تصنيفون مشهور آهن:

(١) الحجة البيضاءُ عليٰ مانع جواز البناءِ عليٰ قبور المشائخ والعلماءِ
(٢) حيات العاشقين
(٣) الشهاب الثاقب لرجم الكاذب
(٤) فرائض الاسلام جو سنڌي ترجمو.

---

(١) دين محمد وفائي مشاهير سنڌ جلد ٣ ص٣٣
(٢) مذڪوره ٻئي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پاران مولانا عبدالرشيد نعماني جي ايڊٽ سان شائع ٿي چڪا آهن.





انهن ڪتابن کان سواءِ بہ سندن ڪافي تحريرون آهن. مخدوم عبداللطيف ٤٥ سالن جي ڄمار ۾ ١٧- ذوالقعده سن ١١٨٩ھ ۾ ٺٽي شهر ۾ وفات ڪئي (ٻـذل القوة) سندن والد ماجد جي قبر جي پاسي ۾ اوير طرف کين دفنايو ويو. سندن وفات کان پوءِ سندس فرزند مشهور فقيهہ عالم مخدوم محمد ابراهيم مٽئي وارو سندس جانشين ٿيو.



## بسم الله الرحمٰن الرحيم

الحمد لله العلي الاعلىٰ
علىٰ ما اسبغ علينا من
نعمه واولىٰ ومن علينا
بكرمه فاعطىٰ والصلواة
والسلام علىٰ رسوله
المصطفي الذي نزل في
شانه ولسوف يعطيک
ربک فترضىٰ وعلىٰ آله
المهتدين كمال الهدىٰ
وصحبه السادة القادة
خيار اهل التقىٰ. اما
بعد فيا ايها الولدان
الكريمان حفظكما
ربكما وفقكما بلطفه
الشريف اعني

سڀ تعريفون الله لاءِ آهن
جيڪو وڏو ۽ سڀ ڪان
مٿاهون آهي جنهن اسان
تي پنهنجي مهربانين جي
پالوٽ ڪئي ۽ انهن جو
مالڪ بنايائين. ۽ اسان تي
پنهنجي لطف ۽ ڪرم جا
احسان ڪيائين. درود ۽
سلام چونڊيل نبيءَ تي
جنهن جي شان ۾ "ولسوف
يعطيک ربک فترضىٰ"
نازل ٿي ۽ ان جي آل تي
جيڪي هدايت جي مٿاهين
مرتبي تي پهتل آهن ۽
انهن صحابن تي جيڪي
اڳواڻ ۽ متقين ۾ سڀ کان
ڀلارا آهن. امابعد-اي
منهنجا سلڇڻا فرزندؤ!
پالڻهار اوهان کي پنهنجي
حفاظت ۾ رکي ۽ پنهنجي
لطف عنايت سان اوهان کي
نيڪيءَ جي توفيق عطا
ڪري. يعني عبدالرحمٰن ۽

| عبداللطيف اي منهنجا سمجهہ پريا محبوب دوستو مريدو حق جا طالبو آئون اوهان کي وصيت ٿو ڪريان هر حال ۾ پنهنجي رب کان ڊڄو، يعني تقويٰ حاصل ڪريو ڇوتہ تقويٰ سيني نيڪين جي پاڙ آهي ۽ هر ڪمال جو جامع آهي. (١) الله تعاليٰ | عبدالرحمن وعبداللطيف ويا ايها الاحبة الكرام من المريدين الطالبين اولي الافهام اوصيكم بتقوي الله عزوجل في كل حال فان التقويٰ ملاك الامر كله وجامع |
|---|---|

(١) تقويٰ مان مراد رب العزت جو خوف ۽ آخرت جو فڪر آهي پاڻ سڳورن ارشاد فرمايو قيامت جي ڏينهن مون کي سڀ کان ويجهو شخص اهو هوندو، جنهن ۾ تقويٰ جي صفت هوندي، حديث شريف ۾ آيو آهي تہ الله تعاليٰ کي ٻہ ڦُوڙا تمام گهڻو پسند آهن هڪ لڙڪ جيڪو الله جي خوف سان اکين مان وهي. ٻيو رت جو اهو ڦڙو جيڪو جهاد ۾ جسم مان ٽپڪي نڪري. حضرت عبدالله بن شخير رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مان رسول الله ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيس تہ پاڻ سڳورا نماز پڙهي رهيا هئا ۽ سندن روئڻ جو آواز ائين پئي آيو جيئن چلهہ تي رکيل هنديءَ مان ٽهڪڻ جو آواز ايندو آهي. اها تقويٰ ۽ خوف خدا آهي. (ابو دائود، ترمذي بحواله علامه يحييٰ نووي سنڌي ترجمو رياض الصالحين غلام عباس قادري ص ٣١٣ الراشد اڪيڊمي)

لكل كماله وقد قال الله سبحانه وتعاليٰ في كتابه الكريم مخاطبا بخيار اولياءِ الله ولقد وصينا الذين اوتوا الكتاب من قبلكم واياكم ان اتقوا الله واوصيكم بالاقبال علي الله تعاليٰ والدار الاخرة وعلي الاعراض عن الدنيا وعما يشتغل الخلق بها من عمارتها وجمعها والتمتع بشهواتها والاغترار بزخارفها الداثرة فقد قال عز من قائل لرسوله

پنهنجي ڪتاب قرآن مجيد ۾ پنهنجي محبوب ولين کي خطاب ڪندي ارشاد فرمايو بيشڪ اسان وصيت ڪئي انهن ماڻهن کي جن کي اوهان کان پهريائين ڪتاب ڏنو ويو ۽ اوهان کي ته خدا پاڪ جو خوف رکو. (٢) اوهان کي وصيت ڪريان ٿو ته الله تعاليٰ جي ذات ۽ آخرت کي سامهون رکجو، دنيا کان پاسو ڪجو جيڪا مخلوق کي پنهنجي تعمير ۾ مشغول رکي ٿي. ان جو جمع ڪرڻ دولت جي لذتن جو فائدو وٺڻ ان جي ظاهري چمڪ تي فخر ڪرڻ. الله تعاليٰ پنهنجي نبي مرتضيٰ کي خطاب ڪندي ارشاد فرمايو ته تون چو ته دنيا جو سمورو سامان ٿورو آهي ۽ آخرت

(٢) سيپارو ٥ سورة النساءِ آيت ١٣١

المرتضيٰ قل متاع الدنيا قليل والاخرة خير لمن اتقيٰ وفي ذالک قد قيل شعر النار اخر دينار نطقت به والهم آخر هذا الدرهم الجاري والمرأ ما دام مشغوفًا بحبهما معذب القلب بين الهم والنار وفيه قيل ايضا دنيا گذران ست بدرويشي به چون بيم حساب نمدپوشي به

يلي آهي ان ماڻهوءَ لاءِ جيڪو خدا جو خوف رکي ٿو. (۳) ان بابت ڪنهن شاعر جو شعر آهي دينار جنهن جي محبت جو تون دم ڀرين ٿو، ان جي پڇاڙي باهہ آهي ۽ چالو درهم جي پڇاڙي ڏک آهي. جڏهن ڪو ماڻهو انهن ٻنهي جي محبت ۾ گرفتار هوندو تہ بس ان جي دل غم ۽ باهہ جي وچ ۾ پيئي عذاب ڪائيندي. (۴) هڪ ٻئي شاعر بہ چيو آهي تہ دنيا ختم ٿيڻ واري آهي ان لاءِ بهتر آهي تہ درويشي اختيار ڪئي

(۳) سيپارو ۵ سورة النساءِ آيت ۷۷

(۴) مطلب هيءُ آهي تہ دينار يعني سون جو سڪو. ان لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ نار جو لفظ اچي ٿو جنهن جي معنيٰ آهي باهہ. اهڙي طرح درهم يعني پائلي. ان لفظ جي آخر ۾ ”هم“ جو لفظ اچي ٿو

(حاشيو هلندڙ)

چون رزق مقدر است کم کوشي بہ چون گفتہ نويسد بخاموشي بہ واياکم والنظر الي الدنيا وزينتها بعين الاستحسان فان ظاهرها خضرةٌ وباطنها سم قاتل للانسان ولا تنظروا اليها الا علىٰ وجه الاعتبار فانها لا تدوم مع واحد وتفني عن کل احد ولا تبقي مع الصغار والکبار واوصيکم بالقناعه وعدم

وجي جڏهن حساب جو خوف هجي تہ بهتر آهي کٽي جو لباس پهريو وجي، جڏهن رزق مقدر آهي پوءِ بهتر آهي تہ ڪوشش گهٽ ڪئي وجي، جڏهن هر ڳالهہ لکي پئي وجي تہ بهتر آهي خاموشي اختيار ڪئي وجي. دنيا ۽ ان جي سونهن تي چڱائي جي نگاهہ نہ وجهو ڇوتہ ان جو ظاهر تہ سنو آهي پر باطن ان جو انسانيت لاءِ زهر قاتل آهي، ان تي ڀروسو نہ ڪجو اها جٺادار نہ آهي هر ڪنهن کان ختم ٿيو وجي نہ ننڍن وٽ ٿي باقي رهي نہ وڏن وٽ. آئون اوهان کي قناعت جي وصيت ٿو ڪريان ۽ پريشان نہ ٿيڻ جي بيشک

جنهن جي معنىٰ آهي غم يعني انهن ٻنهي شين سان محبت رکندڙ غم ۽ باهہ جي وچ ۾ پيو عذاب کائيندو.

الاضطراب فان الله تكفل برزق كل شيءِ من الدواب وقد قال وما من دابه في الارض الا علي الله رزقها فعش رحبا صدرا ومن يتوكل علي الله فهو حسبه ان الله بالغ امره قد جعل الله لكل شيءِ قدرا

الله تعاليٰ هر ساهواري جي رزق جو كفيل آهي. الله تعاليٰ ارشاد فرمايو جيكو بہ چرندڙ زمين تي آهي ان جو رزق الله تعاليٰ جي ذمي آهي پوءِ زندگي گذاريو كلي كشادي. (٥) جو شخص الله تي ڀاڙي ٿو الله تعاليٰ ان لاءِ كافي آهي بيشك الله تعاليٰ پنهنجي حكم كي پهچائڻ وارو آهي ۽ ان هر شيءِ لاءِ هك حصو مقرر كري ڇڏيو آهي. (٦)

(٥) سيپارو ٥ سورة النساءِ آيت ٧٧
(٦) سيپارو٢٨ سورة الطلاق آيت ٣-

يعني تہ رزق ۽ روزي جي معاملي ۾ الله كي ڇڏي غيرن جا در نہ كڙكائي، جيكو هر ساهواري كي ان جي جاءِ تي ان كي رزق رسائي ٿو. مخدوم صاحب هن وصيت ۾ فرمائي ٿو تہ پنهنجن ضرورتن كي الله جي اڳيان ركو. ڇوجو ان وٽ ڏيڻ لاءِ سڀ كجهہ آهي. پاڻ جهڙن ماڻهن تي ڀروسو نہ كريو. انهن وٽ كجهہ نہ آهي. اهي خود گهرندا آهن. ڏيڻ واري ذات الله جي آهي ان تي ئي ڀروسو كريو.

واوصيكم بشكر الله العظيم الستار علي نعمة المتولية المتتالية اناءِ الليل واطراف النهار وكل ما وصل اليكم من النعم بواسطة فلا تروه الا من الله واشكروا علي

ائون اوهان کي وصيت کريان ٿو تہ ڏينهن رات عيبن تي پردو وجهندڙ ان عظيم معبود جي لڳاتار نعمتن جو شڪر ادا ڪندا رهو. (٧) جيڪا بہ نعمت اوهان کي ڪنهن بہ واسطي سان ملي اها الله جي طرف کان ملي ٿي اوهان ان نعمت تي الله تعالىٰ جو شڪر ادا ڪريو جهڙي

(٧) انسان ذات تي رب العزت جون بيشمار نعمتون آهن جن کي ڳڻي نہ ٿو سگهجي. بقول حضرت شيخ سعدي جي تہ هر نعمت تي هڪ شڪر واجب آهي. ٻيون نعمتون تہ پري رهيون پر انسان جيڪو ساهہ اندر کڻي ٿو ۽ ٻاهر ڪڍي ٿو گويا هڪ ساهہ کڻڻ ۾ بہ نعمتون ڪيس ملن ٿيون. يعني صرف ساهہ کڻڻ تي ان کي الله جو بہ پيرا شڪر ڪرڻ گهرجي. پاڻ سڳورا الله جي عبادت ڪندا هئا تہ سندن پير سڄيو پوندا هئا. سيده عائشہ فرمايو اي الله جا نبي! اوهان معصوم آهيو، پوءِ ايتري تڪليف ڇو ٿا ڪريو؟ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ اي عائشہ ڇا آئون الله جو شڪر ڪندڙ ٻانهو نہ ٿيان.

تلک النعم کما ينبغي لوجه الله وقد قال سبحانه وتعاليٰ وما بکم من نعمةٍ فمن الله واوصيکم بدوام الاشتغال بذکر الله تعاليٰ في کل حين فانه قاطع لوساوس الشيطان ودافع لصولةِ اعداءِ الدينه وموجب لذکر الله القوي المتين وقد قال الله تعاليٰ في کتاب المامون فاذکروني اذکرکم واشکرولي ولا تکفرون واختاروا الذکر

طرح الله جي ذات لاءِ مناسب آهي. بيشڪ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو جيڪا بہ اوهان کي نعمت ملي ٿي اها الله جي طرف کان ملي ٿي. (٨) آئون اوهان کي وصيت ڪريان ٿو هر حال ۾ ۽ هميشہ الله جي ذکر ۾ رڌل رهو ذکر شيطان جي وسوسن کي ختم ڪري ٿو ۽ دين جي دشمنن جي حملي کي روکي ٿو الله عظيم برتر جي ذکر جو ڪارڻ آهي. الله تعاليٰ پنهنجي قرآن ۾ ارشاد فرمائي ٿو اوهان مون کي ياد ڪريو آئون اوهان کي ياد ڪندس منهنجو شکر ادا ڪريو منهنجي نعمتن جو انکار نہ ڪريو. (٩) ذکر ۾ الله تعاليٰ جي قرآن جو ذکر

(٨) سيپارو ١۴ سورة النحل آيت ٥٣
(٩) سيپارو ٢ البقره آيت ١٥٢

القرآن العظيم فانه كلام الله العزيز العليم وفضل كلام تعالىٰ علي سائر الكلام كفضل الله سبحانه وتعالىٰ علىٰ جميع الانام ثم ماهو افضل بعد القرآن من سائر اذكار الله كما ورد في الحديث الشريف افضل الذكر لا اله الا الله ثم الاشتغال باسم الذات اعني الله فانه راس الذكر ومقصوده ومنتهاه وهو الاسم الاعظم اذالم يكن في قلبك سواه واكثروا من الاشتغال فانه سبب

كريو ڇوته قرآن الله جو كلام آهي، الله جي كلام جي فضيلت ٻين كلامن تي ائين آهي جيئن الله جي فضيلت مخلوق تي، الله تعالىٰ جي كلام كان پوءِ سيني ذكرن ۾ جهڙي طرح حديث پاك ۾ آيو آهي بهترين ذكر لا اله الا الله آهي ان كان پوءِ الله تعالىٰ جي اسم ذاتي جو ذكر كريو. يعني "الله" ڇوته اصل ذكر اهو آهي ۽ اهوئي مقصود ۽ مطلوب آهي جڏهن تنهنجي دل ۾ ان كان سواءِ كجهه به نه هجي ته پوءِ اهو اسم اعظم آهي. اكثر ان ذكر ۾ مشغول رهجو ڇوته ان سان گناهن جي بخشش ٿئي ٿي. (١٠) ڇونديل نبي تي

(١٠) هر ماڻهو دنيا ۾ سكون، چين ۽ اطمينان (حاشيو هلندڙ)





| لمغفـــرة الاوزار ومـــن الصلـــواة عـــلي النبـــي المختار فانها نجاة في | درود پاڪ موڪلجو ان ۾ ٻنهي جهانن جو ڇوٽڪارو آهي. (١١) الله جي ذڪر |
| --- | --- |

گهري ٿو. ان سک جي خاطر هو وڏا جتن ڪري ٿو. هر جائز ۽ ناجائز طريقا استعمال ڪري دولت ڪي جمع ڪري ٿو. ان جو خيال آهي تہ شايد ڌن دولت هٿ ڪري ان کي سک ۽ چين نصيب ٿيندو، پر زمانو شاهد آهي تہ اهڙا هزارين ماڻهو هئا جن دولت کي حاصل ڪيو پر انهن جو حرص ڏينهون ڏينهن وڌندو ويو ۽ انهن کي سک ۽ چين نصيب نہ ٿيو. الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ ارشاد فرمايو (ترجمو) خبردار! الله تعاليٰ جي ياد (ذڪر) هڪ اهڙي شيءِ آهي جنهن سان دلين کي اطمينان ۽ چين نصيب ٿئي ٿو.

(١١) مخدوم صاحب پنهنجي وصيت نامي ۾ الله تعاليٰ جي ذڪر کانپوءِ پيغمبر اسلام تي درود پڙهڻ جي تلقين ڪئي آهي ۽ ان کي ٻنهي جهانن جي نجات جو سبب ٻڌايو آهي. حضرت ابودرداءِ رضي الله عنہ کان روايت آهي پاڻ سڳورن ﷺ ارشاد فرمايو تہ جمعي جي ڏينهن مون تي درود پاڪ گهڻو پڙهو ان ڏينهن الله جا ملائڪ اوهان جو درود مون کي پهچائين ٿا. حضرت ابودرداءِ فرمايو يا رسول الله ﷺ! اوهان جي وفات کان پوءِ

(حاشيو هلندڙ)

هذه الدار وفي تلک الدار
ولا ينبغي في ذكره
تعاليٰ تسويف وتاخير
ولا توان فان ذلک كله
من عمل الشيطان ولا
تعللوا بعدم الصحه
والفراغ فان انتظارهما
بطالة ليس لها مساغ
واوصيكم بتصحيح
التوبه الي الله تعاليٰ
عزوجل من جميع

ڪرڻ ۾ حيلو بهانو، دير،
سستي ڏي نہ ڪريو
اهي سڀ شيطاني عمل
آهن ذڪر ڪرڻ لاءِ بيماري
۽ فراغت ڪي سبب نہ
بنائجو انهن جو انتظار
ڪرڻ سستي ڍر آهي آئون
اوهان ڪي وصيت ڪريان
ٿو تہ ڏينهن رات هر گهڙي
الله ڪان پنهنجي مڙني
گناهن جي توبهہ ڪريو
اهوئي ٻانهن جي توبهہ ڪي
قبول ڪري ٿو ۽ گناهن ڪي
معاف ڪري ٿو (١٢) اوهان تي

بہ؟ پاڻ فرمايائون: ها انتقال کان پوءِ بہ. الله تعاليٰ
زمين تي حرام ڪري ڇڏيو آهي جو هوءَ نبين جي
جسمن ڪي کائي. الله جو نبي زندهہ هوندو آهي ۽
ان کي رزق ڏنو ويندو آهي. ان حديث ۽ مخدوم
صاحب رحمه الله عليہ جي وصيت مان ثابت ٿيو تہ
درود شريف جون تمام گهڻيون برڪتون آهن.
(ابن ماجہ ڪتاب الجنائز باب ذڪر وفاتہ ودفنہ ص ١١٩ مطبع مير محمد ڪتب خانہ)
(١٢) مومن جو شان هيءُ آهي تہ هو هميشہ
پنهنجي ڪيل ڏوهن ۽ گناهن جي رب ڪائنات
**(حاشيو هلنڊڙ)**

الخطيئات في كل يوم وليله بل كل ساعةٍ من الساعات فهو الذي يقبل التوبةِ عن عباده ويعفوا عن السيات وعليكم بالعزم علىٰ ترک العود ودوام الاعتراف بالتقصير ليصح منكم صدق التوبةِ فمن تاب عن ذنب وهو مصر عليه او عازم علي العود اليه فلا توبة له واوصيكم بالاحتراز عن صغير الذنوب وكبيرها ولاتعدوا الصغائر محقرة فان قليل السم قاتل

لازم آهي تہ پختي ارادي سان توبهہ کجو ۽ هميشہ لاءِ ان جو ترک کجو، کوتاهيءَ جو اعتراف کجو جيئن تہ اوهان جي توبهہ سچي توبهہ ٿئي. جيکو شخص گناهہ کان توبهہ کري پوءِ وري ٻيهر گناهہ کري يا ان جو ارادو کري ان جي توبهہ ٿي نہ ڪئي. آئون اوهان کي وصيت کريان ٿو تہ ننڍن توڙي وڏن گناهن کان پاسو کجو ننڍن گناهن کي حقير نہ سمجهو ڇو تہ زهر ٿورو بہ هلاک کري ٿو جيئن گهڻو هلاک کري ٿو پاڻيءَ جو ڦڙو ڦڙو بہ گڏجي تلاءُ ٿيو وڃي. آئون اوهان کي وصيت کريان ٿو تہ

کان معافي وٺندو رهي ۽ پنهنجن خطائن تي لڙک ڳاڙهيندو رهي. حديث پاک ۾ آيو آهي تہ پاڻ سڳورن ارشاد فرمايو: ”گناهن کان توبہ کرڻ وارو ائين پاک ٿيو وڃي جڻ ان گناهہ کيو ئي نہ آهي.“ (مشکواة شريف ترجمہ عبدالحليم علوي ج۱ ص۲۰۰ مکتبہ رحمانيہ لاهور)

ككثيرة والمطر يجتمع قطرة قطرة واوصيكم بتخليص قلوبكم من الحقد والحسد والغل والغش ياخذ من المسلمينة ومن ظن السوء ومن التكبر علي المومنين واول من تكبر من المخلوقات ابليس اللعين فقال الله سبحانه وتعاليٰ له وان عليك لعنتي اليٰ يوم الدين وكيف يتكبر من خلق من نطفة مذرة وسيصير جيفة قذرة

پنهنجي دلين کي کيني، حسد، کوٽ ۽ ٻيائيءَ کان پاڪ صاف رکجو مسلمانن ۾ بدگماني نہ رکجو. مومنن سان تڪبر وڏائي نہ ڪجو مخلوق ۾ جنهن سڀ کان پهريائين وڏائي ڪئي اهو شيطان لعين هو الله تعاليٰ ارشاد فرمايو توتي منهنجي قيامت تائين لعنت آهي (١٣) اهو شخص ڪيئن وڏائي ڪري سگهي ٿو جيڪو گندي ڍوند جهڙي ڦڙي مان پيدا ٿيو ۽ سگهوئي ڍوند ٿي ويندو. دنيا جي محبت کان پاسو ڪجو اها هر گناهہ جو منڍ آهي ۽ هر گناهہ ۽ ٻچڙائيءَ جي پاڙ آهي. (١۴) آئون اوهان کي

(١٣) سيپارو ٢٣ سورة ص آيت ٨٨
(١۴) دنيا ڌن ۽ دولت جي لالچي حريص انسان کي مرڻ گهڙيءَ تائين سک چين نصيب نہ ٿيندو. حديث پاڪ ۾ آيو آهي تہ پاڻ سڳورن ارشاد
**(حاشيو هلندڙ)**

وايا كم وحب الدنيا فانه راس كل خطيئة واصل كل معصية وبلية واوصيكم بترك الرياءِ في جميع العبادات فانه اعظم المصائب والبليات ومحبط للاعمال والطاعات وقل

وصيت ڪريان ٿو تہ سيني عبادتن ۾ رياءَ کان پاسو ڪجو ڇوتہ رياءُ سيني مصيبتن ۽ تڪليفن کان وڏي مصيبت آهي عملن ۽ عبادتن کي ختم ڪرڻ واري آهي ۽ تمام گهڻ ماڻهو آهن جيڪي ان عام مصيبت کان آجا آهن.
(١٥) بيشڪ شيطان

فرمايو تہ ٻہ بگهڙ، جي ٻڪرين جي ڌڻ ۾ پون تہ اهي ان ڌڻ کي ايترو نقصان نہ پهچائيندا جيترو مال ملڪيت جي لالچ انسان جي دين ايمان کي تباهہ ۽ برباد ڪري ٿي.
(١٥) رياءَ (ماڻهن جي ڏيکاءَ) لاءِ عمل يا عبادت ڪرڻ بدترين مصيبت ۽ وبا آهي. مخدوم صاحب فرمائي ٿو تہ رياءُ اهڙي بيماري آهي جنهن کان تمام ٿورا ماڻهو بچيل آهن. حديث پاڪ ۾ آيو آهي تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ رياءُ بہ شرڪ آهي. (مشڪواة) ڇوتہ شرڪ صرف ان جو نالو نہ آهي جو ڪنهن بت جي اڳيان سجدو ڪيو وڃي، پر انسان بظاهر عمل، عبادت ۽ خير خيراتون ان لاءِ ڪري تہ ماڻهو مون کي نيڪ سمجهن. سخي
(حاشيو هلندڙ)

من يسلم عن هذه المصيبة ذات العميم فان الشيطان يجري من ابن آدم مجري الدم وعليكم بحفظ اللسان عن الكذب والغيبه والنميمة والبهتان بل وعن جميع ما ينهي عن الرحمن ولا تحركوا لسانكم الا بتلاوة القرآن او بذكر الله تعاليٰ ونصح المسلمين او امر بمعروف او نهي عن منكر او بشيءِ من ضرورات الدنيا والدين وقد قال سيد الاولين

انسان جي اندر ائين هلي ٿو جيئن رت انسان جي جسم ۾ هلي ٿو. اوهان کي گهرجي ته پنهنجي زبان جي حفاظت ڪريو ڪوڙ، گلا، غيبت، چغلي، پر هر ان شيءِ ڪان جنهن جي الله تعاليٰ منع ڪئي آهي. پنهنجي زبان کي ڪوليو ته صرف قرآن پاڪ جي تلاوت، الله جي ذڪر ۽ مسلمانن جي نصيحت لاءِ ڪوليو يا ڀلائي جي حڪمن ۽ بڇڙاين ڪان روڪڻ دنيوي ۽ ديني ضرورت لاءِ ڪوليو. ٻنهي جهانن جي سردار فرمايو جو شخص الله ۽ يوم آخرت تي يقين رکي ٿو ان

سمجهن يا ماڻهن جي نظرن ۾ آئون چڱو ماڻهو ليکيو وڃان. ڇوته خوشنودي الله تعاليٰ جي حاصل ڪرڻ گهرجي. جڏهن ته رياڪار ماڻهو الله کي ڇڏي ڏارين ۽ غيرن جي خوشنودي ڪري ٿو. ان اعتبار سان رياڪاري شرڪ آهي.

والاخرين من كان يومن بالله واليوم الاخرة فليقل خيرا والا فليسكت فخذ بذلك اخذ القوي الامين وعليكم بالمحافظه علي الوضوءِ عليٰ حسب الامكان وتجديد الوضوءِ عند النوم فانه سنه نبي آخر الزمان وعليكم بقلة الاكل فانه بكثرته يقسوا الجنان وتثقل الجوارح عن عبادة الرحمن فقد قيل ثلث للطعام وثلث اللشراب

كي گهرجي تہ پلائيءَ جي ڳالهہ ڪري نہ تہ خاموش رهي ان حڪم ڪي امين ۽ سگهارو تي وٺ. اوهان کي گهرجي تہ وضوءَ سان رهو جيترو ممڪن تي سگهي. خاص طور تي سمهڻ وقت وضوءُ ڪريو ڇوتہ اهو نبي آخرزمان جي سنت آهي. اوهان کي گهرجي تہ گهٽ کائو ڇوتہ گهڻي کائڻ سان دل ڏاڍي ٿيو وڃي ۽ عضوا ڳرا ٿيو پون انهن سان الله جي عبادت بار تي محسوس ٿئي. چيو ويو آهي تہ ٽيون حصو کائڻ لاءِ ٽيون حصو پيئڻ لاءِ ۽ ٽيون حصو ساهہ کڻڻ لاءِ هجي. (١٦) منهنجا يائرو! الله

(١٦) مخدوم صاحب فرمائي ٿو تہ گهڻي کائڻ وارو نفس پالڻ وارو سست ٿي ويندو ۽ الله جي عبادت کان غافل رهندو. الله وارا تمام گهٽ کائيندا آهن اهي نفس جا پوڄاري نہ هوندا آهن. (حاشيو هلندڙ)

وثلث للتنفس ايها الاخوان وعليكم بالاعراض عما سوىٰ الله وعن كل عمل ليس لوجه الله والزموا اقامة الصلواة الخمس واتمام القيام والقرآن والركوع والسجود وسائر الاركان مع مراعات السنن والمندوبات وكمال الخشوع وحضور القلب مع الله تعاليٰ بالخضوع وقد قيل من خلت عبادته عن الحضور كانت كهباءٍ منشورا

کان سواءِ هر شيءِ کان منهن موڙيو ۽ هر عمل الله جي رضا لاءِ ڪريو. پنج وقت نماز پابنديءَ سان ادا ڪريو قيام، قرآن، رکوع، سجدا، سيئي ارکان نماز جا سنتن، مستحبن سوڌو وڏي عاجزي ۽ انکساريءَ ۽ دل جي حضور سان ادا ڪريو. چيو ويچي ٿو تہ جنهن شخص دل جي حضوريءَ کان سواءِ عبادت ڪئي ان جي عبادت ائين آهي جڻ واچوڙو اوهان لاءِ ضروري آهي تہ باجماعت نماز ادا ڪريو جاهل، اڻ ڄاڻ نماز باجماعت ڇڏيندا آهن. صحيح قول مشهور عالمن کان مروي آهي تہ

ان کان سواءِ موجوده جديد تحقيق ۽ طب ان ڳالهہ کي ثابت ڪيو آهي تہ ٿورو کائڻ انسان جي صحت لاءِ فائديمند آهي. ڏاهن جو قول آهي تہ ٿورو کائڻ جهجهو جيئڻ گهڻو کائڻ ٿورو جيئڻ.

وعليكم بمحافظته
الصلواة بالجماعات
فانها تركها من عبادة
اهل الجهالات والجماعه
في الصلواة واجبة من
واجبات الاسلام علي
القول الصحيح المنقول
عن العلماءِ الاعلام
وعليكم بصلواة الضحيٰ
في كل يوم حديث
وبصلواتي التهجد
والاشراق وسائرالعبادات
وحبس النفس عن
المعاصي والشهوات
وبتعمير الوقتين مابعد
صلواة الصبح الي الطلوع
وما بعد صلواة العصر
الي الغروب فان الله

باجماعت نماز ادا ڪرڻ
اسلام جي واجبن مان هڪ
واجب آهي. چاشت جي
نماز روزانو پڙهندا رهو،
جيئن حديث ۾ آيو آهي تہ
تهجد اشراق ۽ ٻين عبادتن
ڪي نہ ڇڏيو نفس کي
گناهن ۽ ان جي خواهشن
کان روڪيو صبح جي نماز
کان سج اڀرڻ تائين ۽ ٽن
پهرين جي نماز کان پوءِ
سج لهڻ تائين انهن ٻنهي
وقتن کي الله جي ذڪر
سان آباد ڪريو ڇوتہ انهن
ٻنهي وقتن ۾ الله تعاليٰ
پاڪ دلين تي امداد جي
پالوٽ ڪري ٿو ۽ اهو
بهترين رزق حاصل ٿيڻ جو
ڪارڻ آهي ان ڪري انهن
ٻنهي وقتن ۾ تسبيح،
استغفار، ۽ ٻيا ذڪر
اذڪار ڪرڻ گهرجن
بيشڪ الله تعاليٰ فرمايو
آهي سانجهي ۽ صبح ۾
پنهنجي پالڻهار جي

يفيض فيهما الامداد علي القلوب وهو سبب الحصول الرزق المرغوب فينبغي استيعابهما بالتسبيح والاستغفار وسائر الاذكار وقد قال الله تعاليٰ وسبح بحمد ربک بالعشي والابکار واوصيکم ان لا تباغضوا ولا تدابروا ولا تحاسدوا وکونوا عبادالله اخوانا والمريد الصادق لايکذب ولا يخون ولا يکونوا بخيلا ولا جبانا ولا فاحشا ولا متفحشا ولا سبابا ولا لعانا بل عادته ان اعطي شکر وان

تعريف سان تسبيح کندو رهہ. (١٧) آئون اوهان کي وصيت کريان ٿو تہ هک ٻئي سان بغض نہ رکجو، هک ٻئي کي نہ مارجو، هک ٻئي سان حسد نہ کجو، الله جا ٻانها ٿي هک ٻئي سان ڀائر ٿي رهجو سچو مريد کوڙ نہ ڳالهائيندو، خيانت نہ کندو نہ بخيل هوندو نہ بزدل ٿيندو نہ گناهہ کندو نہ گناهہ کرائيندو نہ گاريون ڏيندو نہ لعنت کندو بلک ان جي عادت هوندي جي ان کي کو ڏيندو تہ ان جو شکر ادا کندو جي کونہ ڏيندس تہ ان تي صبر کندو جي ظلم کندو تہ توبهہ استغفار کندو جي کو متس ظلم کندو تہ ان کي معاف کندو ۽ ان لاءِ استغفار

(١٧) سيپارو ٢۴ سوره مومن آيت ۵۵

منع صبر وان ظلم تاب
واستغفروا ان ظلم عفا
وغفر لايوذي من آذاه
ولا يجفوا من جفاه فهو
كالنخل ترمي بالحجر
فترمي بالرطب وكالارض
يطرح عليها كل قبيح
فلا تضطرب يحب
الخمول والاستيار ويكره
الظهور والاشتهار وقد
قيل لايكون المريد
مريدا حتىٰ يستغني
بالمولي عن العبيد
ويستوي عنده الذهب
والصعيد المريد من
حفظ الحدود ووفيٰ
بالعهود ورضي بالموجود
وصبر عن المفقود

ڪندو جيڪو ڪيس
تڪليف ڏيندو ان کي هو
تڪليف نه ڏيندو جيڪو
متس جفا ڪندو پاڻ ان تي
جفا نه ڪندو ان جو مثال
ڪجيءَ وانگر آهي تون
ڪيس پٿر هڻنديئن ته هوءَ
توکي ميوو ڏيندي. ان جو
مثال زمين وانگر آهي
جنهن تي سڀ گند ڪچرو
اڇلائجي ٿو پر هوءَ ٻڙڪ به
ٻاهر نه ٿي ڪڍي. سچو
مريد گمنامي ۾ لڪ کي
پسند ڪندو آهي شهرت ۾
ڏيک کي ناپسند ڪندو
آهي. ڪنهن جو قول آهي
ته مريد تيستائين مريد نه
ٿو ٿئي جيستائين الله کان سواءِ
سيني ماڻهن کان بي پرواهه
ٿي وڃي سون ۾ مٽي ان
وٽ برابر هجي. مريد اهو
آهي جيڪو الله جي حدن
جي حفاظت ڪري واعدا
پورا ڪري جيڪو ڪيس

المريد من شكر على النعماءِ وصبر على البلاءِ ورضي بمر القضاءِ وحمد ربه في السراءِ والضراءِ واخلص له في السر والنجويٰ لسانه عن كل مالا يعنيه مخزون وقلبه على تقصيره في طاعه ربه محزون لا يداهن* في الدين ولا يرضي المخلوقين بسخط رب العالمين يانس بالوحدة والانفراد ويستوحش من مخالطة العباد وقد قال الحميدي جامع

ملي ان تي راضي رهي نہ ملڻ تي صبر ڪري. مريد اهو آهي جيڪو نعمتن تي شڪر ڪري ۽ مصيبتن تي صبر ڪري الله جي فيصلي تي راضي رهي ڏک سک ۾ پنهنجي رب جي تعريف ڪري، لڪ ڇپ ۾ پنهنجي رب سان سچو رهي پنهنجي زبان ڪي لايعني ڳالهين کان محفوظ رکي پنهنجي رب جي عبادت جي ڪوتاهيءَ ۾ ان جي دل غمگين رهي دين ۾ سستي نہ ڪندو مخلوق کي راضي رکڻ لاءِ پنهنجي رب کي ناراض نہ ڪندو، اڪيلائيءَ ۾ وروندو وڻندو ماڻهن جو ميڙ ڪيس اوپرو لڳندو. حميدي (١٨)

* **نوٽ**:- مداهنت جو لفظ آيل آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي دنيا ڪارڻ دين کي وڪڻڻ، جيڪو حرام آهي.

**(حاشيو هلندڙ)**

الصحيحين رحمه الله تعالىٰ شعر لقاءُ الناس ليس يفيد شيئا سوي الاكثار من قيل وقال فاقلل من لقاءِ الناس الا لاخذ العلم او اصلاح حال سيفيد وهمته في رضي مولاه وحرصه ونهمته في متابعه رسوله

بخاري ۽ مسلم شريف (صحيحين جي جامع) هڪ شعر ۾ فرمايو ته ماڻهن جي ملاقات ۾ ڪوبه فائدو نه آهي سواءِ ڳالهين جي ۽ هاءِ هوءَ جي. ان ڪري ماڻهن سان گهٽ ملاقات ڪريو سواءِ علم حاصل ڪرڻ ۽ اصلاح حال لاءِ ان ۾ فائدو ٿيندو. ان جو ارادو الله جي رضا لاءِ هجي ان جو شوق ۽ حرص چونديل نبيءَ جي شريعت

دنيا ڪارڻ دين وڃائي ولها ٿيا . شاهه

## (١٨) حميدي رحمه الله عليه:

ڪنيت ابوعبدالله نالو محمد بن ابي نصر فتوح بن عبدالله بن حميد ازدي اندلسي القرطبي مشهور حافظ الحديث صوفي ٿي گذريو آهي ابن حزم ۽ ابن عبد البر کان روايت ڪئي اٿس. سندس هڪ تصنيف جذوة المقتبس في تاريخ العلماءِ الاندلس ۽ ڪتاب الجمع بين الصحيحين مشهور آهي. ٤٨٨هه ۾ وفات ڪيائين. (الكنيٰ والالقاب جلد ٢ ص١٩٨ شيخ عباس القمي طبع طهران- ايران)

**نوٽ**:- حميدي امام بخاريءَ جو به استاد گذريو آهي پر اهو حميدي قريشي اسدي هو متئين حوالي (حاشيو هلندڙ)

ومصطفاه يتاسيٰ به في جميع احواله ويقتدي به في اخلاقه وافعاله واقواله كما قال عز من قائل وما اتكم الرسول فخذوه وما نهاكم عنه فانتهوا اللهم ارزقنا كمال متابعته في جميع ذالک واحينا عليٰ ذالک وامتنا عليٰ ذالک آمين واوصيکم بالصفح والحلم والعفو عن من ظلمکم من الجاهلين فقد مدح الله تعاليٰ في کتابه الکاظمين الغيظ

جي تابع هجي سيني معاملن ۾ شريعت کي پنهنجو بنياد بنائي، اخلاق ۽ افعال ۾ پيغمبر اسلام جي شريعت جي پيروي کري. جهڙي طرح الله عزوجل ارشاد فرمايو نبي جيکو اوهان کي ڏي ان کي وٺو جنهن کان منع کري ان کان رکجي وڃو. (١٩) اي الله پنهنجي کمال جي مطابق اسان کي سيني معاملن ۾ حصو عطا کر ان تي زنده رک ۽ ان تي موت عطا کر. آئون اوهان کي وصيت کريان ٿو معاف کرڻ جي بردباريءَ جي ۽ اهي جاهل جيکي اوهان تي ظلم کن انهن کي معاف کرڻ جي. الله

مان معلوم ٿيو ته ان وقت عالم اسلام ۾ کا به اهڙي شخصيت نه هئي جنهن جي تصنيف شيخ الاسلام کان ڳجهي رهي هجي.

(١٩) سيپارو ٢٨ سورة الحشر آيت ٧

والعافين عن الناس والله يحب المحسنين واياكم والغضب فان الغضب من الشيطان وعليكم بالرحمه فانها من الرحمن جل اسمه وعليكم بحسن الخلق فانه يوصل المومن درجة الصائم القائم وبترک المراءِ ولو في الحق فان تاركه يبشر بالجنه ذات المطاعم وعليكم بالتواضع فانه من اكمل الخصال واياكم والجلوس بالطرقات لما فيه من الوبال وعليكم بالجليس

تعاليٰ پنهنجي ڪتاب ۾ تعريف بيان ڪئي آهي جيڪي ڪاوڙ کي پيئن ٿا ۽ ماڻهن جي زيادتين کي معاف ڪن ٿا بيشڪ الله تعاليٰ نيڪي ڪرڻ وارن کي پسند فرمائي ٿو. (٢٠) ڪاوڙ کان بچو ڇوته ڪاوڙ شيطان جي آهي. مناس مان ڪم وٺو اها الله جي صفت آهي. اوهان کي گهرجي ته مخلوق سان سٺو پيش اچو ان سان مومن جو درجو عابد روزيدار جيترو ٿئي ٿو، جهيڙو نه ڪجو، پوءِ اهو حق ڇونه هجي. ان کي ترڪ ڪرڻ واري کي مزيدار جنت جي بشارت مليل آهي. عجز کان ڪم وٺجو. اهو انسان جي بهترين خصلتن مان آهي، رستن تي ويهڻ کان پاسو ڪجو ان ۾ مصيبتون

(٢٠) سيپارو ۴ سورة آل عمران آيت ١٣۴

فانه كصاحب المسك والعنبر واياكم وجليس السوءِ فان مثله كمثل صاحب الكير واعرفوا مراتب الناس واعرفوا اعاليهم واسافلهم فقد قال عليه الصلواة والسلام انزلوا الناس منازلهم واياكم والجلوس بين الظل والشمس والنوم في

آهن. (٢١) صالح ماڻهن جي صحبت اختيار ڪجو انهن جو مثال مشڪ ڪٿوريءَ جي واپارين وانگر آهي، بڇڙن ماڻهن جي صحبت ڪان پاسو ڪجو انهن جو مثال لوهه ٽپڻ واري لوهار وانگر آهي ماڻهن جي مرتبن جو لحاظ رکجو ننڍي وڏي جي سڃاڻپ رکجو. پاڻ سڳورن ارشاد فرمايو ماڻهن کي انهن جي شان مطابق عزت ڏجو. (٢٢)

(٢١) چوتہ رستا عوام جا لنگهہ ۽ واٽون آهن. ماڻهن جو انهن تان اچڻ وڃڻ ٿيندو آهي. رستن تي ويهڻ سان عام ماڻهن کي تڪليف ٿيندي آهي جنهن جي اسلام ۾ اجازت نہ آهي. ڪيترا ماڻهو پنهنجن ذاتي اختلافن جي ڪري ماڻهن جا رستا بند ڪندا آهن. ائين ڪرڻ پيغمبر اسلام جي تعليم جي خلاف آهي.

(٢٢) يعني باعزت ماڻهن، عالمن، بزرگن، عزت وارن ماڻهن جو احترام ڪريو، ڇوجو اهي عزت (حاشيو هلنڊڙ)

| مثل ذالک المکان والجلوس وسط الحلقة | چانو ۽ اس جي وچ ۾ ويهڻ کان پاسو ڪجو اهڙي گهر ۾ آرام ڪرڻ |
|---|---|

جي لائق ۽ مان وارا آهن. الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ ارشاد فرمايو تون چو ته ڀلا جيڪي ماڻهو علم رکن ٿا ۽ جيڪي علم نه ٿا رکن، ٻئي برابر ٿي سگهن ٿا؟ يعني ٻنهي جي مان ۽ شان ۾ فرق آهي ان لاءِ انهن جو احترام به اسان لاءِ انهن جي منصب مطابق ڪرڻ گهرجي.

حضرت ميمون بن ابي شعيب رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضرت عائشه صديقه وٽان هڪ سوالي لنگهيو. پاڻ انهيءَ سواليءَ کي مانيءَ جو ٽڪرو ڏنائين. ان وٽان هڪ ٻيو شخص لنگهيو. جنهن کي سهڻو لباس پهريل هو ۽ شڪل شباهت جو سٺو هو. پاڻ ان کي ويهاري طعام کارايائين. انهيءَ باري ۾ ڪنهن پڇيو ويو ته جواب ۾ فرمايائين نبي سائين جن فرمايو ته ماڻهن سان انهن جي مرتبي جي مطابق پيش اچو. يعني امير باعزت ماڻهوءَ سان ان جي عزت مطابق ۽ غريب فقير سان ان جي مان مطابق پيش اچو.

(ابو دائود، مسلم بحواله رياض الصالحين سنڌي ترجمو ص٢٥١ شايع ڪندڙ الراشد اڪيڊمي ڪراچي ١٩٩٤)

نيڪ، صالح، عالمن ۽ درويشن جي صحبت اختيار ڪرڻ گهرجي. ان سان ماڻهوءَ جو اخلاق ۽ ڪردار بلند ٿئي ٿو. جڏهن ته برن ۽ بڇڙن جي صحبت سان ماڻهوءَ جو قلب مري وڃي. چوندا

آهن ته:



| فانها مجالس الشيطان<br>ولا يهجر احدكم اخاه<br>فوق ثلثه ايام الاان | کان ٻه پاسو ڪجو. (٢٣)<br>ڪنهن ٻه حلقي جي وچ ۾<br>ويهڻ کان پاسو ڪجو اها<br>جاءِ شيطان جي آهي. |
| --- | --- |

صحبت صالح ترا صالح کند
صحبت طالح ترا طالح کند

يعني نيڪ ۽ صالح جي صحبت سان انسان خود ٻه صالح ٿيو وڃي. بري انسان جي صحبت سان چڱو ٻه برو انسان ٿيو وڃي.

حضرت نوح عليه السلام الله جو عظيم پيغمبر هو. ان جو پٽ برن جي صحبت جي ڪري جهنمي ٿيو. جڏهن ته اصحاب ڪهف جو ڪتو اصحاب ڪهف جي صحبت ۾ رهي جنتي ٿيو.

**شعر**

پسر نوح با بدان نشست بد شد
سگ اصحاب کهف بانيکان نشست مردم شد

(٢٣) اس ۽ ڇانو ۾ ويهڻ يا اهڙي گهر ۾ آرام ڪرڻ جنهن ۾ اهي ٻئي شيون هجن، پاسو ڪرڻ گهرجي. طبي اعتبار سان ان ۾ مختلف بيماريون ٿي سگهن ٿيون. هڪ ئي وقت ۾ گرم ۽ سرد موسم يا آبهوا ٻه انسان کي نقصان ڏي ٿي.

اهڙي طرح حديث پاڪ ۾ ٻه اس ۽ ڇانو ۾ آرام ڪرڻ کان منع ڪئي ويئي آهي.

(ابوداؤد ڪتاب الآداب ص ٣٠٧)

يكون لدين الله ومن
ستر علىٰ مسلم ستر الله
تعالىٰ عليه في آخرته
ودنياه وعليكم بالصدق
فان من صدق نجا
واياكم والكذب فان من
كذب وقع في الردي
واختاروا والحب لله
والبغض في الله فانهما
من الايمان واراعوا
حقوق اليتامىٰ
والمساكين والجيران
واميطوا الاذىٰ عن
الطريق فانها صدقة ولا
تتركوا النار في البيوت
حين تنامون فانها حرقه

ڪنهن مسلمان سان ٽن
ڏينهن کان مٿي ڳالهه
ٻولهه بند نہ ڪجو سواءِ ان
جي تہ ڪو ديني معاملو
هجي. جيڪو شخص
ڪنهن مسلمان جي پرده
پوشي ڪري ٿو الله تعالىٰ
ان جي عيبن جي دنيا ۽
آخرت ۾ پرده پوشي ڪندو
سچائيءَ تي قائم رهجو.
سچي لاءِ ڇوٽڪارو آهي،
ڪوڙ کان پرهيز ڪجو،
جنهن شخص ڪوڙ
ڳالهايو، بيشڪ ان لاءِ
هلاڪت آهي. ان ڪي
اختيار ڪريو. محبت بہ الله
تعالىٰ لاءِ رکو ۽ بغض بہ
الله تعالىٰ لاءِ رکو. اهي
ٻئي ايمان جون نشانيون
آهن. يتيمن، مسڪينن ۽
پاڙيسرين جي حقن جو
خيال رکجو، رستي تان
ڪنهن تڪليف ڏيڻ واريءَ
شيءِ کي هٽائجو اها بہ
نيڪي آهي. جڏهن ننڊ

وايــاكــم ومجــالـــس سلاطين الزمان والدخول عليهم فـان ذالـک مـن الهوان واياكم والعجله في مســائــل العلــوم

ڪريو تہ گهرن ۾ باهہ کي اجهائـي ڇڏيـو ڇوتہ اهـا ساڙي ٿـي. (٢۴) وقت جي حاڪمن جي محفلن کان ۽ انهن وٽ اچڻ وڃڻ کان پرهيز ڪجوان ۾

(٢۴) هڪ حديث پاڪ آهي، جنهن ۾ پاڻ سڳورن باهہ کي اجهائي پوءِ سمهڻ جو حڪم ڏنو آهي. مخدوم صاحب بہ پنهنجن پٽن کي اهائي ساڳي وصيت ڪئي آهي. ابن عباس رضہ کان روايت آهي تہ هڪ ڪئو، جنهن جي وات ۾ ڏيئي جي ٻرندڙ وٽ هئي، ڪٽي اچي پاڻ سڳورن جي اڳيان ڇڏيائين. پاڻ هڪ مصلي تي ويٺا هئا. جنهن جي ڪري هڪ درهم جيتري جاءِ مصلي جي سڙي ويئي. پاڻ سڳورن فرمايو جڏهن اوهان سمهڻ لڳو تہ باهہ ۽ بتيون اجهائي ڇڏيو، ڇوتہ شيطان اهڙن موذي جانورن کي اهڙي ڪم جي رهنمائي ۽ واٽ ڏيکاريندو آهي. هن زماني ۾ ڪيترا اهڙا حادثا ٿيا آهن جو باهہ نہ اجهائڻ جي ڪري گهر سڙي خاڪ ٿي ويا. سوئي گيس نہ اجهائڻ جي ڪري گهرن ۾ گيس پڪڙجيو وجي جنهن جي ڪري بہ ڪيترا حادثا ٿيا آهن. اها ڳالهہ مشاهدي ۾ آئي آهي جڏهن تہ اسان جي پيغمبر ان ڳالهہ جي تنبيهہ ١۴سو سال اڳ ڪئي آهي ۽ شيخ الاسلام مخدوم محمد هاشم رح ان ڳالهہ جي طرف اشارو ڪيو آهي.

وارحموا صغار الناس
ووقروا كبارهم وانصروا
المظلوم وان ناقشكم
احد من السوقيه والعامه
فلا تنصبوا معه خصاما
فانه مذهب لماءِ الوجه
وينقص احتشاما وكونوا
من الذين اذا خاطبهم
الجاهلون قالوا سلاما
واياكم وكثرة الضحک
فانه يميت القلب
والمداهنه في الدين
فانها تسخط الرب
واشتغلوا بعد الصلواة
بقراة شيءِ من الاذكار
والاوراد وصوموا كل
شهر اياما ذات التعداد
ولا تتبعوا الناس في
خطاياهم بل اتبعوهم

خواريءَ کان سواءِ ٻيو
ڪجهہ بہ نہ آهي ديني
مسئلن ۾ تڪڙ نہ ڪجو،
ننڍن تي رحم ڪجو وڏن
جي عزت ڪجو. مظلومن
جي مدد ڪجو، رعيت يا
جاهلن مان ڪو ماڻهو
اوهان سان سختي ڪري تہ
ان سان جهيڙو نہ ڪجو. ان
سان ماڻهو جي منهن جو
پاڻي ونڃيو وڃي ۽ رعب
گهٽ ٿيو وڃي، انهن
ماڻهن مان ٿيو جن جي
باري ۾ قرآن پاڪ ۾ آيو
آهي تہ جڏهن جاهل انهن
ماڻهن کي منهن وجهن ٿا تہ
هو انهن کي سلام چون ٿا.
(٢٥) زياده کلڻ کان
پرهيز ڪجو. بيشڪ ان
سان دل مريو وڃي ۽ دين
۾ سستيءَ کان پاسو ڪريو
جنهن سان رب ناراض ٿئي ٿو.
نماز کان پوءِ درود وظائف
جو ورد رکجو، هر مهيني

(٢٥) سيپارو ١٩ سورة فرقان آيت ٦٣

في خيـر سجـايـاهـم واذكروا الموت والقيامه وزوروا القبـور فـانهـا مذكرة للخير مانعه من الشـرور وسـارعـوا في الخيـرات ولا تجـاوروا اهل البدعـات وايـاكـم والطمع الیٰ احد وعليكم بغنـي القلـب فـانه زاد للمـومـن ومـددو انمـا اوصيكـم لـمصلحتكـم

۾ چند روزا رکجو، ماڻهن جي خطائن ۾ انهن جي پيروي نہ ڪجو پر انهن جي چڱاين ۾ انهن جي پيروي ڪجو. موت، قيامت کي ياد ڪجو قبرن جي زيارت ڪجو. (٢٦) ائين ڪرڻ سان ڀلائيءَ جي ياد ٿئي ٿي ۽ برائين کان بچي ٿو. ڀلائين ۾ اڳيرا رهجو بدعتن کان پرهيز ڪجو. لالچ کان خاص طور تي پرهيز ڪجو. دل کي غني

(٢٦) مردن جو قبرستان ۾ وڃي قبرن جي زيارت ڪرڻ ۽ انهن لاءِ مغفرت جي دعا ڪرڻ مستحب آهي. جڏهن تہ عورتن جو قبرن تي وڃڻ مڪروه آهي. اهڙي طرح قبرن تي وڃي انهن جي پوڄا پاٺ ڪرڻ يا غيرشرعي ڪم ڪرڻ جي بہ اسلام اجازت نہ تو ڏي. حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي اڪرم ﷺ جن مديني ۾ ڪجھہ قبرن وٽان لنگھيا تہ پاڻ انهن ڏانهن منهن ڪري فرمايائون: اي قبرستان وارو! اوهان تي سلامتي هجي الله توهان ۽ اسان جي بخشش فرمائي. اوهان اسان کان اڳ هليا ويا ۽ اسان توهان جي پٺيان اچڻ وارا آهيون. (ترمذي شريف)

ومصلحه المسلمين ولا
يستوفي كلامي هذا
بجميع نصائح الدين
فاوصيكم بما يجمع
كل خير وصلاح مبين
وذالكم ان تتمسكوا
بكتاب الله الحبل المتين
وتتشبتوا بسنن سيد
المرسلين ثم اوصيكم
ان لا تنسوني من صالح
دعائكم واقبلوا هذه
الموعظه فانه سبب
لصفائكم والسلام
عليكم ورحمه الله
وبركاته اللهم ارزقنا لذة
النظر اليٰ وجهک اللهم
ارنا الحق حقا وارزقنا
اتباعه وارنا الباطل
باطلا وارزقنا اجتنابه
اللهم توفنا مسلمين

رکجو اهوئي مومن جو
سرمايو آهي. آئون اوهان
کي وصيت کريان ٿو تہ
پاڻ لاءِ ۽ مسلمانن لاءِ
ڀلائي ۽ مصلحت سان کم
وٺجو. منهنجو هيءُ کلام
دين جي سيني نصيحتن لاءِ
اڻپورو آهي. آئون اوهان
کي وصيت کريان ٿو
جنهن سان هر ڀلائي جمع
ٿئي ۽ ظاهري چڱائيءَ جي
۽ اهو تڏهن ٿيندو جڏهن
اوهان الله جي کتاب جي
مضبوط رسيءَ کي
جهليندا ، ۽ ٻنهي جهانن
جي سردار جي سنت کي
چنبڙندا . ان کان پوءِ آئون
اوهان کي وصيت کريان
ٿو تہ پنهنجي نيک دعائن
۾ مون کي نہ وساريندا.
هن نصيحت تي عمل
کريو. بيشک اها اوهان
جي نيک ٿيڻ جو سبب
بنبي. السلام عليکم
ورحمه الله وبرکاته اي الله

والحقنا بالصالحين
وادفع عنا شر الظالمين
واشركنا في دعاءِ
المومنين ونبهنا عن
نومه الغافلين وارزقنا
شفاعه سيد المرسلين
وادخلنا الجنه بسلام
آمنين اللهم باخفي
الالطاف نجنا مما نخاف
اللهم يا من يفعل ما
يريد اعطنا بفضلک ما
نريد آمين آمين آمين
والحمد لله رب العالمين
لا حول ولا قوة الا بالله
العلي العظيم تمت
بالخير وصلي الله تعاليٰ
عليٰ رسوله محمد وآلهٖ
واصحابهٖ وسلم آمين
آمين

سان کي پنهنجي ديدار جو شرف
عطا کر اي الله اسان کي حق،
حق کري ڏيکار ۽ ان جي
تابعداري جي توفيق ڏي ۽ اسان
کي باطل، باطل کري ڏيکار ۽
ان کان ٿارو کرڻ جي توفيق ڏي
ي الله اسان کي مسلمان کري
مار ۽ صالحين سان ملاءِ ۽
ظالمن جي شر کان محفوظ رک ۽
مؤمنن جي دعائن ۾ ڀاڱي
ڀائيوار کر ۽ اسان کي غفلت
جي ننڊ کان بيدار کر ۽ سيد
لمرسلين جي شفاعت نصيب کر
۽ سلامتيءَ سان ايمان جي حالت
۾ جنت ۾ داخل کر اي الله اي
ڀاڄهہ کي مخفي رکندڙ جنهن
کان اسين ڊڄون ٿا ان کان اسان
کي نجات ڏي اي الله! اي اهڙ
ذات جيڪا کري ٿي جيڪو
گهري ٿي، جيڪي اسين چاهيون
ٿا پنهنجي فضل سان اسان کي
عطا فرماءِ آمين آمين آمين
سڀ ساراهہ الله، جهانن جي
پالڻهار لاءِ آهي نيڪيءَ جي
طاقت، برائيءَ کان بچڻ جي
قوت فقط الله علي القدر عظيم
الشان جي توفيق سان آهي. تمت بالخير
وصلي الله تعاليٰ عليٰ رسوله الڪريم
محمد وآله واصحابه وسلم آمين آمين





اللهم عبدک العاصي اتاکا

اي الله! تنهنجو گنهگار ٻانهوتو وٽ آيو آهي

مقراً بذنوب وقد دعاکا

پنهنجن گناهن جو اقرار ڪندي ۽ بيشڪ تو کي سڏي ٿو

فاِن تغفرِ فانت اهل لذاکا

جي تون گناهن کي معاف ڪندين ته ان جو اهل آهين

وان تطرد فمن يرحم سواکا

جي ڌڪي ڇڏيئي ته پوءِ توکان سواءِ ڪير رحم ڪندو

تجاوز عن ضعيف قد جفاکا

هن ڪمزور جي گناهن کي معاف ڪر بيشڪ ڏاڍايون ڪيون اٿس

فجائک تائب يرجو رضاکا

پر توبه تائب ٿي تنهنجي در تي رضا جي اميد کڻي آيو آهي

فاتيکم يا مهيمن قد عصاکا

اي پناهه ڏيندڙ بيشڪ نافرمانيون ڪري وري تو وٽ آيو آهيان

تمت بالخير والسعادة

نيڪي ۽ ڀلائيءَ سان پورو ٿيو.

الهي هر آنکس که اين خط نوشت

اي الله جنهن هي سٽون لکيون آهن





عفو كن گناهش عطا كن بهشت

ان جي گناهن کي معاف ڪر ۽ ان کي جنت عطا ڪر

الهي تو آسان بکن مشکلات

اي الله تون ڏکن کي آسان ڪر

بحرية محمد عليه الصلواة

پاڻ سڳورن عليه السلام جي صدقي

---

لکندڙ حاجي رجب ويٺل هالا نوان تاريخ ٣ جمادي الثاني سال ١٢٨٣هـ ظهر جي نماز جي وقت سومر جي ڏينهن.

تمت بالخير آمين

